# ڳالهيون شاهه لطيف جون





غلام مصطفىٰ مشتاق

كتاب

(128)

ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ
ٽائٽل : خالد سيف الله ڀٽي
ڇاپو پهريون : مارچ 1998ع
تعداد : 1000

قيمت =/30 رپيا

ملڻ جو هنڌ
برانچ آفيس : مهراڻ اڪيڊمي واڳنودر شڪارپور
۽ سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# فهرست

---

مددي ڪتاب:


١. لطائف لطيفي : مير عبدالحسين سانگي
٢. احوال شاھ عبداللطيف ڀٽائي : ميرزا قليچ بيگ
٣. شاھ جي شاعريءَ ۾ علامت نگاري: ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو
٤. ڀٽ ڌڻي عرف ذڪر لطيف : مولوي عبدالحي ميمڻ
٥. شاھ جو رسالو: غلام محمد شاھوائي

# پنهنجي پاران

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه سنڌ جو سدا حيات شاعر، عاشقِ رسول ۽ ولي الله هو. هو رڳو شاعر نه هو، بلڪ انهن شاعرن مان هو، جن بابت فرمايو ويو آهي ته ”انهن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا ۽ الله کي گهڻو ياد ڪيائون“.

ڀٽائي پنهنجي شاعري وسيلي در حقيقت الله ۽ رسول صلي الله عليه وسلم جي محبت ۽ عشق جو سبق ڏنو آهي.

لطيف سائين جي سوانح تي سنڌي ٻوليءَ ۾ جيترو ڪم ٿيڻ گهربو هو، سو ڪونه ٿيو آهي. لاڙڪاڻي جي اسانجي دوست، ناماري محقق، اديب ۽ شاعر هي ڪتاب لکي، هن ڏِس ۾ هڪ سٺي ڪوشش ڪئي آهي.

”ڳالهيون شاهه لطيف جون“ شاهه سائين جي زندگي جا مکيه واقعا سهڻي نموني سان، ڏاڍي سيبتي انداز ۾ هڪ هنڌ يڪجا ڪيا ويا آهن. انداز ڪهاڻيءَ وارو آهي، جنهن سان ڪتاب ڏاڍو دلچسپ ٿي پيو آهي، جو ننڍو خواه وڏو هن مان لاڀ وٺندو.

مهراڻ اڪيڊمي ”لطيفيات“ جي سلسلي ۾ هن کان اڳ ڏهاڪو کن ڪتاب ڇپائي چڪي آهي. اسين هن موضوع تي

اشاعت جو سلسلو جاري رکنداسين.

سائين غلام مصطفيٰ "مشتاق" صاحب، ڪتاب جا پروف به پاڻ پڙهيا، جنهن لاءِ مان سندس ٿورائتو آهيان.

ازانسواءِ جن به دوستن ڪتاب جي ڇپائي ۾ سهڪار ڪيو آهي، مان سڀني جو ٿورائتو آهيان.

اپريل 1998ع

قمر ميمڻ

سيڪريٽري

مهراڻ اڪيڊمي

# شاهه لطيف رح جي وڏن جي

# مختصر تاريخ

ڳالهه ٿا ڪن تہ دنيا جي مشهور بادشاهه تيمور کي خيال ٿيو تہ دنيا کي فتح ڪيان. انهيءَ خيال کان هن هڪ وڏو لشڪر تيار ڪيو ۽ ڪاهيندو اچي هرات وٽ پهتو. ان وقت هرات شهر ۾ هڪ شاهوڪار سيد مير علي شاهه رهندو هو، جو وڏو مهمان نواز پڻ هيو. هن کي جڏهن خبر پئي تہ سندس شهر ۾ تيمور بادشاهه پنهنجي لشڪر سميت اچي لٿو آهي تہ هو تيمور شاه جي دربار ۾ لنگهي ويو ۽ سندس لشڪر ۾ جيترا سپاهي هئا اوترا روپيہ مهماني طور پيش ڪيائينس يعني ٻہ لک ٻاهٺ هزار، ٽي سو ٻارهن روپيا. تيمور بادشاهه، سيد مير علي شاهه جو اهو سهڻو سلوڪ ۽ مهمان نوازي ڏسي تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ هن موٽ ۾ سيد مير علي شاهه جي پٽن سيد عبدالباقيءَ کي اجمير، سيد عبدالواحد کي ملتان، سيد عبدالرزاق کي بکر ۽ سيد ابوبکر کي سيوستان جو حاڪم مقرر ڪيو. سيد مير علي شاهه جو هڪ پٽ سيد شرف الدين پنهنجي خانداني ڪم ڪار ۾ لڳو رهيو ۽ هڪ پٽ سيد حيدر شاهه پنهنجي والد سيد مير علي شاهه سان گڏ، تيمور شاهه جي صحبت ۾ رهيو ۽ ان سان گڏجي هندوستان هليو آيو.

هندوستان پهچڻ ڪانپوءِ سير سفر جي ارادي سان سيد حيدر شاهه، تيمور بادشاهه ۽ پنهنجي والد سيد مير علي شاهه جي اجازت سان، سنڌ جو رخ ڪيو ۽ هالا شهر ۾ شاهه محمد

هالي وٽ مهمان ٿي اچي رهيو. انهن ڏينهن ۾ حاڪم ميران محمد. هالا قوم جي ماڻهن تي ڪنهن سبب جي ڪري پنج سؤ روپيہ ڏنڊ وڌو هو. ان زماني ۾ جيئن تہ پنج سؤ روپيہ ڏنڊ تمام گهڻو هو، ان ڪري شاهہ محمد هالو ۽ سندس قوم جا ماڻهو پريشان هئا ۽ ڏنڊ نہ ڀَري ڀَري سگهيا. سيد حيدر شاهہ کي جڏهن اها خبر پئي تہ سندس ميزبان ان ڳالهہ جي ڪري سخت تڪليف ۾ آهي تہ هن پنهنجي طرفان حاڪم ميران محمد کي اهو ڏنڊ ڀَري ڏنو. اهڙيءَ طرح شاهہ محمد ۽ سندس قوم جا ماڻهو ان پريشانيءَ کان آجا ٿيا. اهڙي نموني سيد حيدرشاهہ ڪيترن ٻين موقعن تي بہ سندن ڪم آيو. ان ڪري شاهہ محمد هالو ۽ سندس قوم جا ماڻهو سيد حيدر شاهہ جا تمام گهڻا ٿورائتا ۽ احسانمند هئا. سيد حيدرشاهہ جيئن تہ عالي نسب جو ماڻهو هو ۽ هالا قوم جي، ڏکين وقتن ۾ مدد ڪئي هئائين، ان ڪري شاهہ محمد اها خواهش ڏيکاري تہ سيد حيدرشاهہ سندس نياڻيءَ سان پرڻجي ۽ مائٽ ٿي، ساڻن گڏ رهي. اهڙيءَ طرح هن سيد حيدرشاهہ جي احسانن جو بار ڪجهہ گهٽائڻ پئي چاهيو. سيد حيدرشاهہ جي رضامنديءَ کانپوءِ نيٺ شاهہ محمد هالي جي نياڻي فاطمہ جو نڪاح ساڻس ٿيو. جيئن تہ سيد حيدرشاهہ جي امڙ سڳوريءَ جو نالو بہ فاطمہ هو، ان ڪري سيد حيدرشاهہ جي گهر واريءَ کي بيبي سلطان ڪري سڏڻ لڳا.

جڏهن سيد حيدر شاهہ کي هالا ۾ رهندي هڪ سال ۽ پنج مهينا گذريا ۽ بيبي سلطان اميد سان هئي تہ هڪ ڏينهن کيس خبر پئي تہ سندس والد سيد مير علي شاهہ هرات ۾ گذاري ويو آهي. اهو ٻڌي سيد حيدرشاهہ هرات وڃڻ لاءِ روانو

ٿيو. رواني ٿيڻ کان اڳ ۾ هن پنهنجي گهر واريءَ کي هڪ ٽڪ واري منڊي، هڪ جڙاءُ دار خنجر ۽ هڪ ٻانهي، جيڪا هرات کان آندي هئائين، ڏني ۽ چيائينس تہ جيڪڏهن ڌيءَ ڄمي تہ نالو بيبي فاطمہ رکجو ۽ جيڪڏهن پٽ ڄمي تہ نالو سيد مير علي شاهہ رکجوس. اها وصيت ڪري سيد حيدرشاهہ هرات هليو ويو ۽ اتي پنهنجي پهرين گهر واريءَ مان چاول ٻن پٽن سيد محمد ۽ حسين سان رهي پيو. ٽن سالن ۽ ستاويهن ڏينهن کان پوءِ سيد حيدر شاهہ هرات ۾ وفات ڪري ويو.

هيڏانهن بيبي سلطان کي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو مير علي شاهہ رکيو ويو. مير علي شاهہ جڏهن وڏو ٿيو تہ پنهنجي پيءُ جي ڇڏيل هراتي ٻانهيءَ سان صلاح ڪري، پيءُ جون نشانيون منڊي ۽ خنجر ساڻ ڪٽي، هرات پهتو ۽ پنهنجن ڀائرن کان پنهنجي حصي جي ملڪيت گهرڻ لڳا. سندس ڀائر پهريائين تہ نٽائڻ لڳا پر پوءِ نشانيون پيش ڪرڻ ۽ ٻانهيءَ جي شاهديءَ تي، وقت جي قاضيءَ جي فيصلي مطابق ڪيس ملڪيت جو ٽيون حصو ڏنائون. سيد مير علي شاهہ پنهنجو حصو ڪٽي، پنهنجي چاچي سيد شرف الدين شاهہ کي ساڻ وٺي، سنڌ واپس موٽي آيو. سيد شرف الدين شاهہ جلدي گذاري ويو. سيد مير علي شاهہ کي شاديءَ کان پوءِ ٻہ پٽ سيد شرف الدين ۽ سيد احمد ڄاوا. سيد احمد جي اولاد کي ميرڻ پوٽا ۽ سيد شرف جي اولاد کي شرف پوٽا سڏجي ٿو. ميرڻ پوٽا مٽعلوي يعني مٽياري شهر ۾ رهندا آهن، جيڪو حيدرآباد ۽ ڀٽ شاهہ جي وچ ۾ آهي. انهن مٽياري سيدن جي خاندان ۾ سيد عبدالڪريم شاهہ، جنهن کي شاهہ ڪريم بلڙيءَ وارو بہ ڪري چوندا آهن، مشهور ٿيو، جنهن کي جمال شاهہ ڄائو، جمال

شاهه کي سيد عبدالقدوس، سيد عبدالقدوس کي سيد حبيب شاهه ۽ سيد حبيب شاهه کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي پيدا ٿيو. انهن سيدن جي پيري مريديءَ جو سلسلو هلندو اچي ٿو ۽ عزت سان وقت گذاريندا اچن ٿا.

# شاهه لطيف رح جو جنم

ڳالهه ٿا ڪن ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي والد سڳوري سيد حبيب شاهه کي اولاد ڪونه ٿيندو هو. پاڻ به الله جو پيارو ٻانهو هو، ان ڪري الله جي ولين جي عزت به ڪندو هو ۽ انهن کان دعائون به گهرائيندو هو ته الله پاڪ جيئن ڪيس اولاد سان نوازي. آخر هڪ وليءَ دعا ڪيس ته توکي هڪ پٽ ڄمندو، اهو به ولي الله ٿيندو ۽ ان جو نالو عبداللطيف رکجان. خدا تعاليٰ پنهنجي مهرباني ڪيس ۽ سيد حبيب شاهه کي پهرين گهر واريءَ مان هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو عبداللطيف رکيائين. الله جي قدرت سان اهو ٻار ننڍي هوندي ئي وفات ڪري ويو. سيد حبيب شاهه کي ٻي گهر واريءَ مان به هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو سيد جمال شاهه رکيائين. وري حبيب شاهه کي پهرين گهر واريءَ مان ٻيو پٽ پيدا ٿيو، ان جو نالو شاهه عبداللطيف رکيو ويو. اهوئي ٻار اڳتي هلي دنيا جو مشهور بزرگ شاعر ۽ ولي الله ٿيو. جيئن ته شاهه صاحب بنا اولاد جي رهيو، ان ڪري گاديءَ تي اڄ ڏينهن تائين سيد جمال شاهه جو اولاد ويهندو اچي ٿو.

# شاهه لطيف رح جو ننڍپڻ ۽ جواني

ڳالهه ٿا ڪن ته شاهه لطيف جو ننڍپڻ عام ٻارن وانگر ڪونه گذريو. هو ننڍي کان ئي الڳ شخصيت جو مالڪ هو. پاڻ اڪيلو رهڻ ۽ اڪيلو گهمڻ ڪي وڏيڪ پسند ڪندو هو. هر وقت ڪجهه نه ڪجهه سوچيندو رهندو هو. دل چوندي هيس ته ڳوٺ ۾ متن مائٽن سان رهندو هو، دل چوندي هيس ته جهنگ ۾ اڪيلو وڃي گهارڻ لڳندو هو. اڪثر ڪنهن نه ڪنهن سوچ ۾ ٻڏل رهندو هو. مرزا قليچ بيگ، احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ۾ لکي ٿو ته هڪڙي ڀيري جي ڳالهه ڪن ٿا ته ٻين ٻارن سان لڪ چپ ۾ لکو ٿي، پوءِ وڃي ڪنهن وڻ جي ٿڙ ۾ لکي ويهي رهيو. اتي ڪو اهڙو پور پئجي ويس جو راند وسري ويس. پوءِ اهي سيئي ڇوڪرا راند ڪري هليا ويا. ڪنهن به هن جي يادگيري نه ڪئي. اتي هو ٽي ڏينهن برابر لکو ويٺو هو، پر ڪي چون ٿا ته نَوَ ڏينهن لکو ويٺو هو. پوءِ پٽس ڳولا ڪئي. پوءِ جڏهن پوئين ڀيري انهيءَ وڻ ڏاري آيو، تڏهن ٻوهر مان ڪپڙي جي ڪنڊ لڙڪندي ڏٺائين، جا هوا جي لڳڻ جي ڪري واريءَ سان لٽجي وئي هئي. يڪدم سهي ڪيائين ته منهنجو پٽ انهين آهي. ۽ هيءَ به پڪ ٿيس ته پورجي اتي مري ويو آهي. تڏهن هن طرح چوڻ لڳو:

"لڳي لڳي واءُ، ويا انگڙا لٽجي."

شاهه عبداللطيف جي ڪن تي جڏهن هي آواز پيو، تڏهن چرڪ ڀري اٿيو ۽ جواب ۾ چوڻ لڳو ته:

"پئي ڪٽي پساهه، پسڻ ڪارڻ پريءَ جي"

شاھ صاحب جي والد سيد حبيب شاھ کي اچي خيال ٿيو تہ پٽ کي تعليم ڏياريان، سو کيس ميان نور محمد ڀٽي وائي واري وٽ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويھاريائينس. ميان صاحب جڏھن بسم الله ڪري شروعات ڪئي تہ چيائينس تہ پڙھہ "الف" تہ ھڪدم چيائين، "الف". ميان صاحب وري چيس تہ پڙھہ "ب" تہ شاھ لطيف فرمايو تہ "الف کان پوءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناھي" . ميان صاحب تمام گھڻو زور ڀريس پر شاھ صاحب اھوئي جواب ڏيندو رھيو. آخر تنگ ٿي پٽس سيد حبيب وٽ وني آيس. شاھ حبيب اھا سموري ماجرا ٻڌي سمجهي ويو تہ سندس پٽ ڪنھن مٽيا وارو آھي سو کيس ياڪر پائي چوڻ لڳو تہ "اي ابا! تون حق تي آھين، پر زماني ۾ سبق ڏيڻ جو اھوئي طريقو آھي." اھوئي سبب آھي جو ڪي ليکڪ شاھ صاحب کي اُمي يعني اڻ پڙھيل سمجهندا آھن. اھڙي نموني شاھ لطيف جو ننڍپڻ گذريو ۽ جواني جي سرحد ۾ پير پاتائين.

شاھ صاحب جي زندگيءَ ۾ سندس جوانيءَ وارا ڏينھن بہ منفرد ۽ مختلف انداز ۾ گذريا. جوانيءَ ۾ شاھ لطيف سير سفر جو ڪوڏيو رھيو. ان کان علاوه بہ سندس جوانيءَ ۾ ڪيتريون ڳالھيون پيش آيون، جيڪي شاھ صاحب جي زندگيءَ تي تمام گھڻو اثرا نداز ٿيون. جن جو تفصيل آھستہ آھستہ سامھون ايندو ويندو.

# شاھ لطيف رح جو سير سفر

ڳالھہ ٿا ڪن تہ شاھ لطيف کي سير سفر ڪرڻ جو گھڻو شوق رھيو. ھو جوانيءَ جي شروعات ۾ جھنگن ۽ جبلن ڏانھن نڪري ويندو ھو ۽ قدرت جو مشاھدو ڪندو رھندو ھو. ھن پنھنجي انھيءَ دور جا سچا سارا ٽي سال سنياسي ۽ جوڳي فقيرن سان گھمندي گذاريا ۽ سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاھر سير ڪيو. ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو، مختلف ليکڪن جا حوالا ڏيندي، پنھنجي تحقيقي ڪتاب "شاھ جي شاعريءَ ۾ علامت نگاري" ۾ لکي ٿو تہ، "لطيف سائين ڳوٺان نڪري حيدرآباد جو گس ورتو ۽ پھرين منزل گنجي ٽڪر تي ڪيائين، جتي ساٽس سنياسي فقير مليا. جوڳي يا سنياسي جيڪي ھنگلاج يا لاھوت لامڪان ڏانھن ويندا ھئا سي اڳ ۾ گنجي ٽڪر تي ڪالي ماتا جي مندر ۾ ڪنا ٿيندا ھئا. لطيف سائين اتي ٻارھن ڏينھن ترسيو ۽ گيڙو ڪپڙن جي ڪفني ناھي اوڙھيائين. شاھ کي ھنگلاج ۽ لاھوت وڃڻ جي خواھش بہ ھتي پيدا ٿي ھوندي. شاھ گنجي ٽڪر کان ڪراچي وارو رستو اختيار ڪيو ۽ واٽ تي "بيبي ناني" جي زيارت جي خيال ڪري، ھنگلاج روانو ٿيو. پاڻ جيڪو رستو اختيار ڪيائين، اھو حيدرآباد کان ڪراچي ويندڙ ٺٽي وارو رستو ھو. اڇي ڪينجھر جي ڪناري تي ديرو ڪيائين، جتي نوري ڄام تماچيءَ جو حال احوال ۽ انھن ماڳن مڪانن جو مشاھدو ماڻيائين. ڪينجھر کان ٿيندو ٺٽي ۾ آيو، جتي سسئي پنھون جي ڦوڙائي جو حال حاصل ڪيائين.... "ٺٽي ۽ ڀنڀور ۾، اتان جي اوج ۽ زوال جي

کهائي، علائقي ۾ ٿيندڙ ظلم جي داستانن ۽ تاريخ جي نه وسرندڙ واقعن کي سٽيائين..... ننڍي کانسواءِ ٻيا به ڪيترائي ننڍا وڏا شهر سنڌ علائقي ۾ هئا جن کي سفر دوران شاهه ڏٺو. ان بعد شاهه مليـر پهتـو (اهو مليـر ٺٽـر وارو نه هو) جتـان ڪياماڙي وٽ آيو، جتي "ڪلاچيءَ جو ڪن" هو. اتي موررڙي مهاڻي جي ڳالهه سُٽي، سُر گهاتو ۾ ان جو احوال اوريو اٿس. ڪراچي ان وقت اجا ڪونه هو. ڪراچيءَ جو شهر ۱۷۲۹ع ۾ وسيو ۽ شاهه ۲۳ ورهين جي ڄمار ۾ سنه ۱۷۱۱ ڌاري ڪراچيءَ کان هنگلاج ويو. ڪراچيءَ کان هنگلاج ۲۰۰ ميلن جي مفاصلي تي آهي. ڪراچيءَ کان تقريباً ۱۷ ڪلوميٽرن تي حب ندي آهي، جتي شاهه پهرين منزل ڪئي." "حب نديءَ کان وندر ڏي وڃڻ لاءِ "بربدي لڪ" ۽ ان کانپوءِ ڪارڙي ناڪي کان گذرڻو پوندو آهي. وندر کان اڳ پرو "گروچيلي جو رڻ" اڪري، سڄ ۽ رڄ کي منهن ڏئي، "ڦورندي" اڪري، هاڙهي جبل جي اوريان "ندي هنگول" لنگهي، هاڙهي جي اڙانگن پنڌن کي اڪري، ان جي پرين پر واري "اگهور ندي" کان ٿيندي، شاهه لطيف هنگلاج پهتو. لطيف سائين هنگلاج کان پوءِ سامين سان گڏجي دوراڪا پهتو." محترم ڊاڪٽر سڌايو وڏيڪ لکي ٿو ته "هنگلاج کانپوءِ لطيف سائين ڪراچيءَ ڏانهن اڌ پنڌ واپس وٺڪار رستي لاهوت تائين آيو. لاهوت لامڪان ڪراچيءَ کان اتر اولهه طرف تقريباً ۱۲۵ ميلن تي بلوچستان جي ضلع خضدار جي علائقي "سارونه" ۾ هڪ بلند پهاڙي جي اندر واقع آهي. لاهوت کان ڇهه ست ڪلوميٽر هيٺ شاهه بلاول نوراني جي درگاهه آهي. ان درگاهه کان چار ڪلوميٽر ڪن اوري، پٻ جي اندر هڪ غار آهي، جيڪا هڪ دالان جيان آهي، جنهن کي

لاهوت ڪوٺين ٿا. دالان ۾ گهڙڻ لاءِ هڪ لوهه جي ڏاڪڻ نهيل آهي. لاهوت واري دالان جي ڇت ۾ڳئون جي ٿڻن جيان پهڻ آهن، جن مان پاڻي ڦڙا ڦڙا ٿي هيٺ ڪري ٿو... لطيف سائينءَ کي خبر هئي ته وٽڪار تي بارش پوڻ سان، "باران ندي" جو پاڻي زور شور سان وهي ٿو، جنهن ڪري ڪوهڙي علائقي جا ماڻهو ان جي پاڻي مان مستفيد ٿين ٿا. هن باران کي ڪيرٿر جبلن تان تمام سوڙهي صورت ۾ پاڻي کي پٿرن سان ٽڪرائيندي ڏٺو هو."

ڊاڪٽر سڏايو جي تحقيق مطابق، "ٻيلي ۾ پهچڻ تي لطيف سائين سپڙ سخيءَ جي سخاوت جي ساراهه ٻڌي. سپڙ اهڙو ته سخي سورهيه هو جو گُهرجائو جي گهرج ان جي سوچ کان گهٽو مٿي ۽ تمام جلد پوري ڪرڻ ۾ اڳرو هوندو هو." ....

"هنگلاج جو سفر لطيف سائينءَ ٻه دفعا ڪيو هو. ٻئي ڀيري اتان موٽندي، هو ٺٽي واري رستي سان سنڌو نديءَ جو پتڻ اڪري ديبل ڪوٽ (ليلا چنيسر واري جوءِ) ۾لاڙ جي ڪيترن هنڌن تي ويو هو. ٺٽي ۾ هو ڪيترن ئي ڏاهن ۽ عالمن سان مليو، جن مان مخدوم محمد معين قابل ذڪر آهي..... ٺٽي کان لطيف سائين سجاول، مغل ڀين جاتي تعلقي، ان بعد لکپت (ڪڇ) پهتو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ مان ڪڇ وڃڻ لاءِ ٻيڙيءَ جي سهولت هوندي هئي. اها سهولت ١٦- جون ١٨١٩ع واري ڌرتي ڌٻڻ واري واقعي تائين هئي. لکپت کان لطيف سائين "ماڊل" يا "مانڊوي" کان ٿيندو دوارڪا ۽ پوربندر ويو. پور بندر گجرات جي ڪناري ڏکڻ اولهه طرف سمنڊ جي ڪناري ڪاري تي آهي. شهر وسندڙ ۽ آباد آهي. اتان جا ماڻهو، بمبئي، سنڌ ۽ ملبار سان واپار ڪندا هئا. آسپاس واري

ايراضي گجرات جي علائقن وانگر سنئون پٽ آهي." ..... لطيف سائين پور بندر کان "جونا ڳڙهه" ويو. جتي هن راءِ ڏياچ جي محلات "گرنار" پهاڙيءَ تي ڏٺي. گرنار پهاڙيءَ جون پنج مکيه چوٽيون آهن، جن مان گورکنات تمام اتاهين آهي. پاڻ اتان سڌو "کنيات" يا "کيمبي" آيو. اهو هند گجرات ۾ "سبرامتي" ۽ "ماهي" ندين جي وچ تي آهي، جيڪا هندن جي پڳوان شيو جي ڪري متبرڪ سمجهي وڃي ٿي. اتان واپسيءَ تي لطيف سائين ننگر پارڪر (ٿر) پهتو، جتي ڪارونجهر ٽڪرين جي قطار به ڏٺائين. ننگر پارڪر کان ڏيپلي وارو رستو ورتي "پراڻ" جو پتڻ پار ڪري "پائر" ۽ ڪڇ جي وچ واري ٿر ۾ ويو ٿو ڏسجي" ..... "شاهه صاحب ٿر کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي. ١- ڪاڻز ٢- ڍٽ ٣- پائر. لطيف سائين پائر کان هلندو "ڪاروڙي" جي رستي "ملير" پهتو. ڪيس خبر هئي ته هت سنڌ جي مشهور هستي مارئي پنهنجو ست عمر ڪوٽ ۾ ڪيئن همت ۽ مردانه وار مقابلو ڪندو بچايو هو. عمر ڪوٽ لڳ گوڙي مندر به ويو ٿو ڏسجي. عمر ڪوٽ جي پرسان مومل ماڙي "لڊاڻو" به ڏٺائين...... اتان لطيف سائين واپس "ويڙهي جهپ" کان ڏيپلي ۽ رحمڪي بازار مان ٿيندو "پراڻ جو پتڻ" اڪري سنڌ واپس آيو."

شاهه ليف جا باقي ڪجهه سفر جيئن ملتان جو سفر ۽ ٻيا سفر آئينده واقعن ۾ مناسب موقعن تي بيان ٿيندا ويندا.

# شاهہ لطيف رحہ ۽ مغل بيبيءَ جي آڱر

ڳالهہ ٿا ڪن تہ ان زماني ۾ شاهہ لطيف جو گهراڻو ڪوٽڙي مرزا مغل بيگ ۾ رهندو هو. اهو مرزا، ارغون گهراڻي مان هو ۽ وڏو ماڻهو ليکبو هو. مرزا ۽ سندس خاندان شاهہ لطيف جي والد شاهہ حبيب جو وڏو معتقد هو. جڏهن بہ مٿن ڪا تڪليف يا ڪو ڏک وغيره ايندو هو يا سندن گهر ۾ ڪو بيمار ٿي پوندو هو تہ دعا ۽ سگهي ڏاڍي لاءِ شاهہ حبيب کي گهرائيندا هئا.

هڪ ڀيري ڇا ٿيو جو مرزا مغل بيگ جي نياڻي سيده بيگم بيمار ٿي پئي. دستور مطابق مرزا مغل بيگ شاهہ حبيب ڏانهن ماڻهو موڪليو تہ دعا لاءِ وٺي اچنس. اتفاق سان ان ڏينهن شاهہ حبيب جي پنهنجي طبيعت خراب هئي. ان ڪري هن پنهنجي نوجوان پٽ شاهہ لطيف کي حويليءَ ڏانهن موڪليو. شاهہ لطيف جڏهن اتي پهتو تہ کيس مغل بيبيءَ جي ڪمري ۾ وٺي آيا. مغل جيئن تہ پردي جا تمام گهڻا پابند هئا. ان ڪري مغل بيبيءَ کي کٽ تي ڪپڙي ۾ ويڙهي سيڙهي، سنهي پردي جي اندران ويهاريو هئائون. جنهن وقت شاهہ صاحب کٽ جي پرسان پهتو تہ ڇوڪريءَ جي هڪ ڇيچ ڪڍي دعا لاءِ ڇيائونس. محترم غلام محمد شاهوائي "شاهہ جو رسالو" ۾ لکي ٿو تہ، "ڇوڪريءَ کي ويڙهي سيڙهي کٽ تي ويهاريائون. جيئن شاهہ کي ڇوڪريءَ جي آڱر ڦيٽي وجهڻ لاءِ هٿ ۾ ملي، تيئن عشق جيون ڏيڻ لڳو. شاهہ امالڪ ڇوڪريءَ تي اکين ڇڪن ٿي چوڻ لڳو، "جنهن جي آڱر سيد هٿ ۾،

تنهن کي ، لهر نکو لوڏو." اهو ٻڌي مرزا مغل کي تمام گهڻي ڪاوڙ آئي، پر جيئن ته شاهه لطيف شاهه حبيب جو فرزند هو ۽ ٻيو ته سندن تڏي تي آيو هو ۽ ٽيون بدناميءَ جي خوف جي ڪري صبر ڪري، شاهه صاحب کي روانو ڪيائين، پر سندس دل ۾ سيدن لاءِ بغض ۽ ڪينو ويهجي ويو.

# شاهه لطيف رحه سان مرزا مغل جو ويرُ رکڻ ۽ مارجي وڃڻ

ڳالهه تا ڪن ته مغل بيبيءَ جي آگر جهلي، شاهه صاحب جيڪو جملو چيو، ان جملي مغل بيگ جي دل ۾ شاهه لطيف لاءِ نفرت جي باهه ڀڙڪائي ڇڏي. هن ان واقعي کان پوءِ سيدن کي باقاعده تنگ ڪرڻ ۽ تپائڻ شروع ڪري ڏنو. اهو حال ڏسي سيدن ڪوٽڙي مغل بيگ کي خداحافظ چئي، اتان اتر طرف ٿورو پرڀرو حويلي ٻڌي، اچي رهڻ لڳا. ڪن مؤرخن جو خيال آهي ته جيئن ته ان وقت تائين شاهه حبيب ۽ خاص طور شاهه لطيف جا ماڻهو گهڻا معتقد ٿي چڪا هئا ۽ مغلن جو اثر گهٽجي رهيو هو، ان ڪري مغل بيگ ان واقعي کي بنياد بڻائي، سيدن سان ڪونسڻ شروع ڪيو ته جيئن هو پيري مريديءَ کان بس ڪن ۽ ماڻهو وري سندس اثر ۾ اچن، پر لڏي اچڻ کان پوءِ به فقيرن سيدن جو ساٿ نه ڇڏيو ۽ آهستي آهستي مريدن جو حلقو وڌڻ لڳو، ڪجهه ڏينهن کانپوءِ دل ذات

جا کي چور مغلن جي گهر ۾ چوري ڪري ويا. جڏهن مغل بيگ ۽ ٻيا مرد حويليءَ ۾ پهتا ۽ کين اها خبر پئي ته هو چورن جي پٺيان پوڻ لاءِ سانباها ڪرڻ لڳا. شاهه لطيف به پاڙي جو فرض سمجهي، فقيرن سميت سندس واهر لاءِ پهتو، پر مغل بيگ شاهه صاحب کي ناشائستو ڳالهائي واپس ڪري ڇڏيو. شاهه صاحب کي سخت صدمو رسيو ۽ سندس وات مان هي بيت نڪري ويو:

بيگ تنهنجي بيگي، رهندي ڪوٽڙي ۾ ڪانه،
اٿــــم آس الله ۾، دل مــاربنديءَ مـــــانَ.

اتفاق سان دلن سان وڙهندي مغل بيگ سمورن مردن سميت مارجي ويو، باقي سندن خاندان ۾ مغل بيگ جو هڪ ننڍڙو پٽ گولو وجي بچيو.

# شاهه لطيف رح جي شادي

ڳالهه ٿا ڪن ته جنهن وقت مرزا مغل بيگ جي حويليءَ ۾ ڪن ڦورن داخل ٿي، ڌاڙو هنيو ته ان وقت مرزا مغل بيگ حويليءَ ۾ موجود ڪونه هو. جنهن وقت مرزا واپس آيو ۽ کيس اها خبر پئي ته هو ڦورن جي ڪڍ پوڻ لاءِ پنهنجي خاندان جي مردن ۽ ٻين کي گڏ ڪري، تياري ڪرڻ لڳو. شاهه لطيف به پاڙي جو خيال ڪري، پنهنجن مريدن سان گڏجي، مرزا مغل بيگ وٽ آيو ۽ کيس چيائين ته، اسان به تنهنجي واهر لاءِ توسان گڏجي چورن سان مقابلي لاءِ هلڻ لاءِ آيا آهيون. مرزا

بيگ شاهه صاحب سان نهايت بي رخيءَ سان پيش آيو. شاهه لطيف حجت پوري ڪرڻ لاءِ ٽي دفعا، مرزا کي چيو پر مرزا هر دفعي ساڳي روش اختيار ڪئي. شاهه لطيف کي تمام گهڻو ڏک پهتو، واپس ٿيندي شاهه صاحب هي بيت چيو:

بيگ تنهنجي بيگي، رهندي ڪوٽڙي ۾ ڪانه،
اتم آس الله ۾، دل ماربنديءَ مانَ.

جيئن ته شاهه صاحب ڏکايل دل سان اهو بيت چيو هو، تنهن ڪري الله پاڪ وٽ اهي لفظ مقبول پئجي ويا ۽ مرزا مغل بيگ، ڦورن سان مقابلي ۾ سمورن مردن سميت مارجي ويو. باقي سندس خاندان ۾ هڪ ننڍو ڇوڪرو گولو وجي بچيو. اهو سمورو واقعو ڏسي، مرزا جي خاندان جي عورتن سوچيو ته ساڻن اها ويڌن شاهه لطيف جي پٽڻ جي ڪري ٿي آهي. ان ڪان علاوه هاڻي سندن خاندان ۾ ڪو مرد ماڻهو به ڪونه بچيو هو، جيڪو سندن آسرو ۽ وارث بڻجي، ان ڪري مغل خاندان جي عورتن وري به سيدن جي پناهه ۾ اچڻ کي پسند ڪيو ۽ شاهه صاحب کي چورائي موڪليائون ته جيئن ته هن وقت اسان جي خاندان ۾ ڪوبه مرد ڪونه بچيو آهي، جيڪو وارث بڻجي، ان ڪري اوهان اسان جا وارث بڻجو، جو اهو اسان جي لاءِ ٻنهي جهانن ۾ ڀلو آهي. شاهه لطيف ان پيغام تي چڱيءَ طرح غور ڪيو ۽ آخر سندن پيغام کي قبول ڪندي، مرزا مغل بيگ جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين. اها اهائي بيبي هئي، جنهن جي آڳر شاهه صاحب پڪڙي فرمايو هو ته "جنهن جي آڱر سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نڪو لوڏو." ان بيبيءَ جو نالو سيده بيگم هو، پر مريد ڪيس ادب وچان "تاج المخدرات" ڪري سڏيندا هئا.

# شاهه لطيف رح ۽ معجون جي دٻلي

ڳالهه ٿا ڪن ته شاهه لطيف جي روحانيت جي ڪري
ماڻهن جڏهن وٽس اچڻ شروع ڪيو ۽ مريد ٿيڻ لڳا ته اها ڳالهه
ان وقت جي حاڪم ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي ڪين وڻي، جو
هو پاڻ مريد رکندو هو. شاهه صاحب ڏانهن ماڻهن جو لاڙو
ڏسي، ڪيس ساڙ ٿيندو هو ۽ وچ وارا به ڪيس پڙڪائيندا رهندا
هئا. هوڏانهن شاهه صاحب پنهنجي ڪم سان ڪم رکندو پئي
آيو. هڪ دفعي پنهنجي وڏي ڏاڏي شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي
تربت تي روضو جوڙائڻ لاءِ ملتان کان ڪاشيءَ جون سرون وٺڻ
ويو. واپسيءَ تي درياءَ رستي ٻيڙيءَ ۾ واپس ايندي خداآباد وٽ
ڪجهه وقت آرام لاءِ ترسي پيا. ماڻهن کي جڏهن خبر پئي ته
هو ٽولن جا ٽولا شاهه لطيف جي ديدار ۽ ملاقات لاءِ اچڻ لڳا.
خداآباد ان وقت ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي حڪومت جي
گاديءَ جو هنڌ هو. ميان صاحب کي به جڏهن خبر پئي ته هن
پنهنجي هڪ قاصد جي هٿان فرحت بخش مرواريدي معجون جي
هڪ دٻلي تحفي طور ڏياري موڪلي. مڃاڻ جو ان معجون ۾
قاتل زهر پيل هو. قاصد جڏهن اها دٻلي پيش ڪئي ۽ کائڻ لاءِ
زور پريو ته شاهه صاحب اها دٻلي ملاح کي ڏيندي چيو ته ابا!
هيءَ دٻلي دريا جي وچ سير ۾ اڇلائي ڇڏ. قاصد عرض ڪيو
ته، سائين! هي ڇا ٿا ڪريو. هي تمام قيمتي طاقتور معجون
آهي ۽ حاڪم نو رمحمد ڪلهوڙي خاص اوهان جي فائدي لاءِ
موڪليو آهي. پر شاهه صاحب نه مڃيو. ملاح حڪم مطابق
معجون درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو. مير عبدالحسين سانگي ”لطائف
لطيفي“ ۾ لکي ٿو ته ”ان کان پوءِ مريدن ۽ حاضر ماڻهن مان

جنهن به پاڻي پيتو، اهو سڄي عمر بيمار نه ٿيو" مرزا قليچ بيگ وري "احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي" ۾ لکيو آهي ته "پوءِ جنهن به ماڻهوءَ اتان پاڻيءَ جو ذرو پيتو، سو زهر جي اثر کان يڪدم مري ويو." ان کان پوءِ ميان جي ماڻهن کي چيائين ته، ميان صاحب کي سلام چئجو ۽ چئجوس ته جيڪڏهن اهو معجون اسان کائون ها ته صرف اسان کي فائدو پوي ها پر هاڻي جيڪو به درياءَ مان پاڻي پيئندو ته ان کي فائدو ٿيندو. شاهه صاحب جي انهن لفظن مان پتو پوي ٿو ته قاتل زهر ڦري شاهه صاحب جي ڪرامت سان فائدي وارو بڻجي پيو هوندو.

## شاهه لطيف رح جي دعا ۽ بددعا

ڳالهه ٿا ڪن ته جنهن وقت شاهه لطيف پنهنجي وڏي ڏاڏي شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو روضو نهرائي پورو ڪيو ته آخر ۾ هڪ سر تي لفظ "لطيف" لکرائي، دروازي جي هڪ پاسي کان هٽائي ڇڏيائين. جيئن ته روضي جو ڪم پورو ٿي چڪو هو. ان ڪري پاڻ بلڙيءَ مان روانو ٿي، ڍنڍيءَ يا دونديءَ وٽ اچي ترسيو. هوڏانهن شاهه ڪريم جي درگاهه جوڳادي نشين سيد عبدالواسع، جيڪو پاڻ شاهه ڪريم جي اولاد مان هو، روضو ۽ مسجد ڏسڻ آيو ته دروازي جي پرسان لفظ "لطيف" واري سر ڏسي چوڻ لڳو ته "اوليا صاحب (شاهه لطيف) ڪريمي روضو ته سنو جوڙايو آهي، پر دروازي تي پنهنجو نالو لکرايو آهي، ته آخر ۾ سندس حجت ثابت رهي ۽

هن درگاهه ڪريميءَ جو وارث بڻجي.“ انهن چئي اها سر اتان پٽرائي ڇڏيائين. هڪ ڀيو سيد محمد صلاح، جيڪو پڻ اتي موجود هو، تنهن ڇا ڪيو جو اها سر ڪٽي، شاهه لطيف جي ڪڏ لڳو ۽ ڏنديءَ وٽ اچي، ڪيس سموري ڳالهه ٻڌايائين. شاهه لطيف اهو ٻڌي سيد محمد صلاح کي چيو ته هي پرسان ٻيڻل ٻوٽو زمين مان ڇڪي ٻاهر ڪڍ. سيد محمد صلاح اهو ٻوٽو ڇڪي ٻاهر ڪڍيو ته ان ٻوٽي جون ٽي پاڙون ٻاهر نڪري آيون ۽ هڪ اندر رهجي وئي، شاهه لطيف چيو ته، ”منهنجو نالو ته عبداللطيف آهي، لطيف ته الله پاڪ جو نالو آهي، هن الله پاڪ جي نالي کي پٽي، ڇڱو نه ڪيو آهي. جيئن ته هن ٻوٽي جون ٽي پاڙون زمين مان نڪتيون آهن، ان ڪري تنهنجي پشت مان ٽي گادي نشين ٿيندا.“ خدا جي قدرت سان ٿيو به ائين، سيد عبدالواسع بي اولاد گذاري ويو ۽ سيد محمد صلاح جا ٽي پٽ واري سان شاهه ڪريم جي درگاهه جا گادي نشين ٿيا.

## شاهه لطيف رحه ۽ پارس پٿر

ڳالهه ٿا ڪن ته جڏهن شاهه صاحب جي ڪرامتن ۽ پيري فقيريءَ جي ڪري ڪوڙڙي مغل بيگ وارن سان سندن نيبهه ٿي نه سگهيو ته پاڻ اتان لڏي اچي ڀٽ شاهه تي مريدن سميت ڳوٺ ٻڌي رهڻ لڳو. اها جاءِ سندس اڳ ۾ ئي ڏٺل ۽ دل کي پسند هئي. ڀٽ شاهه تي ان وقت صرف واريءَ جا دڙا هئا. جن جي

پرسان وٺڪار به هئي ته پاڻيءَ جا دٻا به هئا. پٽ شاهه نون هالن کان ٻه ڪوهه پري آهي. ڳوٺ ٻڌڻ دوران پنهنجي حجري جي ڀرسان هڪ مسجد به جوڙايائين. ان مسجد جي اڏاوت ۾مريدن سان گڏ پاڻ به ڪم ڪندو هو. هڪ ڏينهن مسجد جو ميدان سڌو ڪرڻ لاءِ شاهه صاحب، مريدن جا آندل وڏا وڏا پٿر کهاڙيءَ جي پاهي سان ويٺي ڀڳا ته اتان هڪ مسافر اچي لانگهائو ٿيو، جيڪو حج تي وڃي رهيو هو. اهو مسافر شاهه صاحب جي ظاهري توڙي باطني سيرت ڏسي سندس معتقد ٿي پيو ۽ ڪيسي مان هڪ پٿر ڪڍي ڏنائينس ۽ چيائين ته سائين هي پارس پٿر آهي، هن کي لوهه سان لڳائبو ته اهو لوهه سون ٿي پوندو. شاهه صاحب ان پٿر کي عجب وچان ڏسي رهيو هو ته اتفاق سان اهو پٿر سندس هٿ مان ڪري، هيٺ پيل سندس کهاڙيءَ سان وڃي لڳو ۽ اها کهاڙي سون جي بڻجي وئي. ان مسافر جي وڃڻ کانپوءِ شاهه صاحب جڏهن وري پٿر ڪٽڻ لڳو ته سون جي کهاڙي مڙي،چٻي ڦڏي ٿيڻ لڳي، جو سون لوهه کان نرم ٿيندو آهي، شاهه صاحب کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ کهاڙي ۽ اهو پارس پٿر مسجد جي هڪڙي ڪنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيائين ۽ چوڻ لڳو ته دنيا جي ماڻهن جي صحبت مان اجهو هي فائدو آهي، جو ڪم مان ئي ڪڍي ٿا ڇڏين.

ڪجهه عرصي کانپوءِ اهو مسافر واپسيءَ تي وري شاهه صاحب جي ديدار لاءِ اتي آيو، سندس خيال هو ته هاڻي شاهه صاحب وڏو امير بڻجي چڪو هوندو ۽ سندس وڏي دربار هوندي. پر جڏهن اتي پهتو ته شاهه صاحب کي ان ئي حالت ۾ ان ئي مسجد ۾ ڏٺائين. مرزا قليچ بيگ ان موقعي تي لکي ٿو ته، ايندي ئي شاهه صاحب چيس ته ، ”واهه ميان واهه چڱي

سوڪڙي اسان کي ڏئي ويو آهين، جنهن اسان جو ڪم وجائي ڇڏيو آهي." ان شخص گهڻو ئي زور ڀريس تہ سائين! هي تہ تمام وڏي ڪم ۽ فائدي وارو پٿر آهي، هي اوهان پاڻ وٽ رکو ۽ ڪم آڻيو. شاهہ صاحب انڪار ڪندي اهو پٿر واپس ڪري ڇڏيس ۽ چيائينس تہ پنهنجي گهر ڪٽي وڃ. اها هئي دنيا سان شاهہ صاحب جي بي رغبتي ۽ الله تي توڪل.

## شاهہ لطيف رح ۽ خليفو اسماعيل

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ ڀيري مخدوم نوح هالائي جو گادي نشين "مير پير پنج پڳيو" پنهنجن مريدن سان هالن جي ڀرسان وهندڙ ساگري يا بکر واهہ ۾ ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪنهن طرف وڃي رهيو هو تہ اوچتو سندن نگاهہ ڪناري تي وينل شاهہ لطيف جي هڪ مريد تي پئي، جنهن سان پنهنجو هڪ ڪتو بہ ساڻ هو. پير صاحب کي اهو ڪتو وڻي ويو، سو ڪانئس اهو ڪتو گهريائون. فقير جي انڪار ڪرڻ تي پير جي مريدن ڪانئس اهو ڪتو زوريءَ کسي ورتو ۽ کيس مار بہ ڏنائون. فقير اها ڳالهہ وڃي شاهہ لطيف جي ٻين مريدن سان ڪئي، شاهہ صاحب جي مريدن اها رٿ رٿي تہ ساڳي جاءِ تي هلي لڪي ٿا ويهون ۽ جيئن ئي پير صاحب جي ٻيڙي واپس اچي تہ ڪانئن فقير جو ڪتو واپس ڦري ٿا وٺون. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ جڏهن پير صاحب جي ٻيڙي واپس ان هنڌ تان گذرڻ لڳي تہ فقيرن حملو ڪري ڪتو واپس ڦري ورتو. پير صاحب کي اها ڳالهہ نہ وڻي ۽ انهن

اهو فيصلو ڪيو تہ هالن ۾ هلي پنهنجي ماڻهن کي بہ ساڻ ڪري هٿيار ڪٺي، صبح جو سوير شاهه صاحب ×۽ سندن مريدن تي حملو ڪجي.

هوڏانهن جڏهن شاهه صاحب کي ڪن ماڻهن وڃي اها ڳالهه ٻڌائي تہ پير صاحب ۽ سندن مريدن حملي جي تياري ڪئي آهي تہ پاڻ چيائين تہ "ابا! فڪر نہ ڪريو، جيڪا الله پاڪ جي مرضي" وڌيڪ چيائين تہ اڄ سج لهڻ ڪانپوءِ هڪ ڇريو شخص ڪائين جي پري ڪٺي هتان لنگهندو، جيڪڏهن هن اها پري هتي لاٿي تہ انشاء الله فتح اسان جي آهي ۽ جيڪڏهن اهو شخص ائين ئي هليو ويو تہ پوءِ حال ڪونهي. شاهه صاحب جون اهي ڳالهيون ٻڌي، مريد فقير انتظار ۾ رهيا. سج لٿي مهل واقعي هڪ فقير نموني جو، ڇريو شخص ڪائين جي پري ڪٺي آيو ۽ بنا ڪجهه ڳالهائڻ جي ڪانيون اتي لاهي، هليو ويو. مريدن جو حوصلو وڌي ويو ۽ صبح ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. صبح جو سوير جڏهن مير پير پنج پڳئي جي مريدن جو لشڪر ظاهر ٿيو تہ انهن ۾ پير صاحب جو پراڻو مريد فقير اسماعيل ڪونہ هو، پير صاحب هڪدم ماڻهو ڊوڙايو. ٿوري وقت کان پوءِ جڏهن فقير اسماعيل آيو تہ ڪيس پٽ ٻڌل هئي ۽ سڄو منهن مٿو ڍڪيل هيس، زور ڀرڻ تي جڏهن ڪپڙو هٽايائين تہ پير صاحب ۽ سندس مريد، اهو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويا تہ فقير اسماعيل جي ڏاڙهي ۽ مٿو ڪوڙيل هئا ۽ سندس منهن تي ڪارنهن لڳل هئي، مرزا قليچ بيگ ڪتاب احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۾ ان موقعي تي لکي ٿو تہ پير کي حيرت وٺي وئي تہ منهنجي وڏي خليفي سان هيءَ ڪهڙي جٺ ٿي! تڪڙو ئي حال پڇڻ ڪيائينس، خليفي چيس .سائين! جيڪڏهن

ويڙهه جي لاءِ اوهان سان گڏجي نڪتو هلان ته نافرمان ۽ نمڪ حرام ٿو ڪونجان ۽ جي هلي ٿو وڙهان ته قيامت جي ڏينهن رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم ۽ الله تعاليٰ جي اڳيان ڪارو منهن ڪري مونکي وٺي آڻي بيهاريندا، جو نبيءَ جي اولاد سامهون هٿ کنيم. تنهن ڪان صلاح پري هيءَ ڳالهه آهي ته هن ئي جهان ۾ پنهنجو منهن پنهنجن هٿن سان ڪارو ڪريان. پوءِ هاڻي جيئن چئو، تيئن ڪريان." پير صاحب کي خليفي جي ڳالهه ٻڌي ڏاڍو شرم آيو ۽ گهڻي قدر پشيمان ٿي پنهنجي لشڪر سوڌو پنتي موٽي هليو ويو.

# شاهه لطيف رحه ۽ ميان جي گهوڙي

ڳالهه ٿا ڪن ته سنڌ جو حاڪم ميان نورمحمد ڪلهوڙو به شروع ۾ شاهه لطيف کي پسند ڪونه ڪندو هو، هڪ ڏينهن هن شاهه لطيف کي سندن مريدن سميت مانيءَ جي دعوت موڪلي، شاهه صاحب پنهنجن مريدن سميت وقت تي اچي پهتو. ماني وغيره کائڻ کان پوءِ جڏهن روانگيءَ جو وقت ٿيو ته ميان نورمحمد، شاهه صاحب کي نذراني طور سهڻن سنجن سميت هڪ گهوڙي ڏني ۽ عرض ڪيو ته ان تي سوار ٿي واپس وڃو. حقيقت ۾ اها گهوڙي مستيءَ واري ۽ تمام سرڪش هئي. ان وقت تائين هن، پاڻ تي سواري ڪندڙ ڪيترن سوارن کي چڪن ۽ لتن سان ماري وڌو هو. شاهه صاحب کي ڪجهه همدردن ڪن ۾ ٻڌايو ته ميان صاحب جي نيت نيڪ ناهي. هن

گهوڙيءَ تي سواري ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو. پر شاهه صاحب تہ ڪنهن ٻي خيال جو مالڪ هو، سو هن سندن ڳالهہ تي ڌيان نہ ڏنو ۽ ٿپو ڏئي ان گهوڙيءَ تي سوار ٿي ويٺو. نہ صرف ايترو پر ان گهوڙيءَ جو لغام بہ لاهي ڦٽو ڪيائين، شاهه صاحب جيئن ئي گهوڙيءَ تي سوار ٿيو تہ گهوڙيءَ وٺي ڪيس ڪنبو ۽ واچوڙي وانگر ڪڏائيندي ۽ ٽپائيندي تيز رفتاريءَ سان ماڻهن جي نظرن کان ڪڏي ويس. ميان نورمحمد ڪلهوڙي ظاهر ۾ ڏاڍي پشيماني ۽ پريشاني ڏيکاري ۽ ڪجهہ ماڻهو بہ شاهه صاحب جي پويان ڊوڙايائين. ٿوري وقت کان پوءِ شاهه لطيف خير سان واپس اچي پهتو پر گهوڙيءَ جي حالت ڏاڍي خراب هئي. پگهر پيا وهنس ۽ سهڪڻ بند ئي نہ پيو ٿئيس. ميان نورمحمد اها حالت ڏسي ڏاڍو حيران ٿيو ۽ شاهه صاحب کان لغام لاهي ڇڏڻ جي حقيقت پڇيائين. شاهه صاحب جواب ڏنس تہ، ”بيوقوف! جڏهن مون پنهنجي واڳ ئي پنهنجي رب جي حوالي ڪري ڇڏي آهي تہ پوءِ پنهنجي سواريءَ جي واڳ ڪيئن ٿو سنڀاليان. اها بہ ان مالڪ جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيم.“ ميان صاحب اهو ٻڌي ڏاڍو پشيمان ٿيو ۽ ان ڏينهن کان شاهه صاحب جو معتقد ٿي پيو.

# شاهه لطيف رحه جا مريد ۽ مڇر

ڳالهه ٿا ڪن ته جنهن وقت شاهه لطيف ۽ سندس مريدن يٽ شاهه تي نئون ڳوٺ ٻڌو ته ان وقت ڳوٺ جي چوڌاري جهنگ ۽ پاڻيءَ جي ڍُٻن جي ڪري مڇر تمام گهڻا ٿي پيا. شاهه صاحب جا مريد فقير سڄو ڏينهن مختلف ڪمن ڪارين ۾ مشغول ۽ مصروف رهندا هئا، ان ڪري رات جو ٿڪجي سمهندا هئا پر مڇر ڪين آرام ڪرڻ ڪين ڏيندا هئا. مريدن جڏهن اها شڪايت شاهه صاحب سان ڪئي ته شاهه صاحب چيو ته، "ابا! اهي مڇر ته اوهان جا سڄڻ آهن، جو اهي اوهان کي ننڊ مان اٿارين ٿا ۽ چون ٿا ته غفلت نه ڪريو ۽ اٿي الله جي عبادت ڪريو."

# شاهہ لطيف رح ۽ ساز سرود

ڳالهہ ٿا ڪن تہ شاهہ صاحب عام طور پنهنجن مريدن سان ساز سرود جون محفلون سجائيندو رهندو هو ۽ ان مان ڪيس روحاني خوشي ملندي هئي. وقت جي عالمن کي بہ اها خبر هوندي هئي تہ شاهہ صاحب جي آڏو تنبورا ۽ ٻيا ساز وڄايا وڃن ٿا، جيڪو شريعت جي خلاف ڪم آهي. هڪ ڀيري عالمن جو هڪ وفد تيار ٿيو تہ شاهہ صاحب کي هلي سمجهائجي تہ سندس جهڙي بزرگ ۽ ڪامل وليءَ کي اها ڳالهہ نٿي ٺهي تہ هو غير شرعي ڪم ڪري ۽ ساز سرود سان دل وندرائيندو رهي. ان وفد جي اڳواٽي وقت جو وڏو ۽ ناميارو عالم ۽ ولي الله مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پاڻ ڪري رهيو هو. هوڏانهن شاهہ صاحب کي جڏهن اها خبر پئي تہ وقت جا عالم ساڻس ملاقات لاءِ اچي رهيا آهن تہ هن سمورا ساز سرود پر واي ڪمري ۾ بند ڪرائي ڇڏيا ۽ نهي نڪي مريدن جي وچ ۾ اچي ويهي رهيو. ٿوري دير کان پوءِ عالمن سڳورن جو وفد بہ اچي پهتو. شاهہ صاحب کين تمام عزت ۽ احترام سان ويهاريو، جو شاهہ صاحب کي بہ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي هٺزل جي خبر هئي. حال احوال وٺڻ دوران شاهہ لطيف رح اوچتو عالمن سڳورن کان هڪ مسئلو پڇيو تہ جيڪڏهن ڪو اهڙو گهاٽو پاڇي وارو وڻ، جنهن مان عام ماڻهن کي وڏو فائدو رسندو هجي، پاڻي نہ ملڻ ڪري سڪڻ لڳي ۽ اتي صاف ۽ پاڪ پاڻيءَ جي بدران گندو ۽ ناپاڪ پاڻي موجود هجي تہ ڇا ان وڻ کي سڪڻ کان بچائڻ لاءِ اهو گندو ۽

ناپاڪ پاڻي ڏيڻ گهرجي. سمورن عالمن فرمايو تہ ها! اهڙي حالت ۾ اهو گندو ۽ ناپاڪ پاڻي، وڻ کي سڪڻ کان بچائڻ لاءِ ڏئي سگهجي ٿو. شاهہ صاحب فرمايو تہ منهنجي روح جي بہ اها حالت آهي، جيڪڏهن ساز سرود نٿو ٻڌان تہ بيچين ٿو رهان. اجان شاهہ صاحب اهي لفظ چيائي مس تہ ڪمري ۾ بند ساز سرود پاڻ مرادو وڄڻ لڳا. عالم سڳورا اهو ڏسي تمام گهڻو ڪاوڙيا تہ اسان جن سازن کي بند ڪرائڻ لاءِ آيا هئاسين، اهي اسان جي روبرو وڄرايا ٿا وڃن. شاهہ صاحب ڪين چيو تہ اوهان ناراض نہ ٿيو. ڪمري ۾ اوهان پاڻ وڃي ڏسو ۽ پوءِ ڪا شرعي حد لاڳو ڪيو. عالم سڳورا جڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيا تہ ڏٺائون تہ ڪمري ۾ ٻيو ڪو دروازو يا دري وغيره ڪونہ هيا ۽ ساز پنهنجو پاڻ وڄي رهيا هئا. اها حالت ڏسي عالم سڳورا سمجهي ويا تہ شاهہ صاحب ڪنهن ٻي منزل جو مالڪ آهي، انڪري خاموشيءَ سان شاهہ صاحب کان موڪلائي هليا ويا.

## شاهہ لطيف رحہ ۽ بيبي لعل جا پيائر

ڳالهہ ٿا ڪن تہ مٽياري وارن سيدن ۾ هڪ وڏي عمر جي نيڪ عورت بيبي لعل خاتون هئي. جيڪا شاهہ لطيف ۽ مٽياري وارن سيدن جي پاڻ ۾ رنجش جي باوجود، شاهہ صاحب جي خدمت ۾ هلي ايندي هئي، بيبي صاحبہ گهڻو ڪري اهڙيءَ طرح ايندي هئي، جيئن سندس مائٽن کي خبر نہ پوي.

هڪ دفعي جيئن ئي بيبي صاحبہ، شاهه صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿي ته پويان سندس ٻن جوان پائرن جي خبر پئجي وئي ته اسانجي ڀيڻ، شاهه لطيف سان ملڻ وئي آهي. ڪاوڙ ۽ غيرت ۾ ڀرجي هو ترارڀون کڻي شاهه صاحب جي حويليءَ تي حملو ڪرڻ لاءِ آيا. هوڏانهن شاهه صاحب کي ڪنهن اچي ٻڌايو ته بيبي صاحبہ جا پائر ڪاوڙ ۾ ڀرجي، تلوارون کڻي اوهان تي حملو ڪرڻ لاءِ اچي رهيا آهن. بيبي لعل خاتون اهو ٻڌي گهٻرائجي وئي ۽ شاهه صاحب کي چوڻ لڳي ته ، سائين! مان ته هاڻي پنهنجي عمر ڪائي چڪي آهيان، مونکي پنهنجو ڊپ ناهي. باقي اوهان پنهنجو ڪو بچاءُ ڳولهيو. ائين چئي بيبي صاحبہ تڪڙ ۾ وڃڻ لڳي، شاهه صاحب ڪيس ائين وڃڻ کان روڪيو ۽ چيو ته ، ايمان نہ ٿوڙ، الله تي رک ايتري ۾ اهي سيد پائر اندر ڏوڪيندا آيا. شاهه صاحب انهن کي ڏسي چيو ته ، ائين ٿو لڳي جڻ ته اهي ٻئي چريا آهن. شاهه صاحب جي وات مان اهي لفظ نڪتا ۽ هوڏانهن ٻنهي پائرن جي وات مان گڦ وهڻ لڳي ۽ شاهه صاحب کي ڇڏي، هو هڪ ٻئي تي وار ڪرڻ لڳا. ان کان اڳ جو هو هڪ ٻئي کي ماري ڇڏين ها ، وري بہ بيبي صاحبہ کي پائرن جو ۽ رت جو خيال ٿيو، تنهن وٽي دانهون شروع ڪيون. ماٺهو بہ وچ ۾ اچي پيا ۽ انهن پائرن کي ڇڏائي، ٻاهر ڪڍي ڇڏيائون. خدا جي قدرت جو باقي زندگي، اهي پائر چريا ئي رهيا.

# شاهه لطيف رحه جو پيٽ وسائڻ

ڳالهه تا ڪن ته شروع شروع ۾ شاهه لطيف جا وڏڙا مٽياري يا متعلوي ڳوٺ ۾ رهندا هئا. جيئن جيئن سيدن جي هن خاندان ۾ واڌ ايندي وئي ۽ خاص طور جيئن جيئن ڪو بزرگ پنهنجو نالو ڪڍرائيندو ويو ۽ ماڻهو سندن مريد ٿيڻ لڳا، تيئن تيئن هن خاندان ۾ ڦيٽارو پوندو ويو. نالي وارن بزرگن سان ٻين سيدن ساڙ رکڻ شروع ڪيو ۽ انهن کي تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون. انڪري اهي بزرگ مٽيارين مان لڏي ٻين هنڌن ڏانهن وڃي رهڻ لڳا. انهن بزرگن مان شاهه لطيف جو والد شاهه حبيب اول ڀٽي پور ۽ پوءِ ڪوٽڙي مغل بيگ ۾ ۽ شاهه ڪريم ڳوٺ بلڙيءَ ۾ وڃي رهڻ لڳا. اهوئي سبب آهي جو شاهه ڪريم اڄ تائين شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي نالي سان مشهور آهي.

ڪوٽڙي مغل بيگ ۾ شاهه لطيف ۽ مغل بيگ جي نياڻيءَ وارو معاملو جڏهن ٿيو جنهن ۾ شاهه لطيف، بيبي صاحبه جي آڱر هٿ ۾ جهلي، دعا گهري هئي ته، ”جنهن جي آڱر سيد هٿ ۾، تنهنکي لهر نڪو لوڏو“ ته ان معاملي ڪانپوءِ مغل بيگ شاهه لطيف جو دشمن ٿي پيو ۽ سيدن سان ڪونسڻ لڳو. انڪري ڪجهه وقت ڪان پوءِ شاهه حبيب ڪوٽڙي مغل بيگ ڇڏي، پرسان هڪ ڳوٺ ۾ رهڻ لڳو. جڏهن مغل بيگ ۽ سندس خاندان جي مردن کي ڦورن مقابلي ۾ ماري وڌو، تڏهن مغل بيگ جي عورتن شاهه لطيف کي پنهنجو وارث بڻائڻ ۽ مغل بيگ جي اهائي ڇوڪري سيده بيگم ساڻس پرڻائڻ جي

آچ ڪئي. شاهہ لطيف پنهنجي والد شاهہ حبيب جي صلاح سان اها آڇ قبولي ورتي. اهڙيءَ طرح سيده بيگم شاهہ لطيف جي گهر واري بڻجي وئي.

هوڏانهن ميان نور محمد ڪلهوڙي، مير پير پنج پڳيو ۽ اهڙن ٻين ڪردارن جي دشمني اجان شاهہ صاحب سان جاري هئي ۽ هو هر نموني جي ڪوشش ڪندا هئا تہ جيئن شاهہ صاحب کي نقصان پهچي. انڪري شاهہ صاحب ڪوٽڙي مغل بيگ ۽ پرپاسي جو علائقو ڇڏڻ لاءِ مجبور ٿيو. ڪجهہ عرصو اڳ سير سفر دوران شاهہ لطيف زمين جو هڪ ٽڪرو ڏٺو هو، جنهن ۾ واريءَ جي دڙن جي چوڌاري گهاٽو جهنگ ۽ ڍنڍون ڍورا هئا. شاهہ صاحب اتي فقيرن سان اڪثر وبندو هو ۽ عبادتون ۽ رياضتون ڪندو هو ۽ ساز سرود جو ن محفلون بہ ٿينديون هيون. شاهہ صاحب ان ٽڪري کي پنهنجي ۽ پنهنجي مريدن جي رهائش لاءِ پسند ڪيو.

روايت آهي تہ اهو ٽڪرو، جنهن کي ڀٽ ڪري ڄاتبو هو، سو شاهہ لطيف جي وڏي ڏاڏي شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري شاهہ لطيف لاءِ اڳ ۾ ئي پسند ڪري ڇڏيو هو. ڳالهہ هيئن آهي تہ شاهہ ڪريم ۽ هالن واري مخدوم نوح جي پاڻ ۾ تمام گهاٽي پريت هئي ۽ اڪثر هڪ ٻئي سان ملندا رهندا هئا. هڪ ڀيري شاهہ ڪريم، پنهنجي فقيرن سان گڏ، مخدوم صاحب سان ملڻ لاءِ وڃي رهيو هو تہ اتان ڀٽ وٽان گذرڻ مهل ڪنهن الاهي اشاري تي فقيرن سان گڏ ترسي پيو ۽ زمين جو ٽڪرو صاف ڪرائي، نماز وغيره ادا ڪيائون. پوءِ تي شاهہ ڪريم فرمايو تہ، ابا! منهنجي اولاد مان هڪ درويش ٿيندو، جيڪو الله جو پيارو بندو هوندو. تمام سنو شعر چوندو ۽ مخفي رازن کي

ظاهر ڪندو. هن هنڌ اڃي رهندو ۽ سندس مزار بہ هت ٺهندي.

شاهہ لطيف پنهنجي گهر جي ڀاتين ۽ فقيرن مريدن سميت ڀٽ تي لڏي آيو. جيئن تہ اتي اڃا ڪي جايون وغيره ڪونہ هيون، تنهنڪري اتي موجود لئي جي هڪ وڻ تي ڪپڙو وجهي، ڊڪ ڪري پنهنجا ٻار ويهاريائين. شاهہ صاحب مريدن کي ليڪا ڪڍي ڀٽ جا ٽڪرا ورهائي ڏنا. جيئن تہ اتي رڳو واري ئي واري هئي. تنهنڪري شاهہ صاحب ۽ سندس مريد ڏورانهين هنڌ تان تازي مٽي ڪٽي اچي واريءَ تي وجهڻ لڳا تہ ڀلي زمين ٺهڻ لڳي. ڪافي عرصي جي محنت ڪانپوءِ اها زمين رهڻ جي لائق بڻي. شاهہ صاحب اتي پنهنجي لاءِ حجرو ٺهرايو ۽ حجري جي ڀرسان هڪ مسجد بہ تعمير ڪئي وئي. مريدن بہ پنهنجي پنهنجي حصي جي زمين تي جايون جوڙيون ۽ اهڙي نموني ڀٽ شاهہ جو ڳوٺ اڏجي تيار ٿيو.

# شاهہ لطيف رح ۽ هندو جو مسلمان ٿيڻ

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ دفعي شاهہ صاحب پنهنجن ڪن مريدن سان سير سفر ڪندي، جيسلمير تائين وڃي پهتو. ڪن روايتن مطابق تہ اتان جي هڪ مريد ڪيس پاڻ وٽ اچڻ جي دعوت ڏني ۽ ڪن روايتن موجب تہ اهو مريد اڳ ۾ ئي شاهہ صاحب کي دعوت ڏئي ويو هو، بهرحال شاهہ صاحب جڏهن ان مريد جي گهر پهتو تہ اهو مريد شاهہ صاحب کي ڏسي تمام گهڻو خوش بہ ٿيو تہ پريشان بہ ٿيو. خوش انڪري ٿيو جو

سندس مرشد مهرباني ڪري سندس گهر هلي آيو هو ۽ پريشان انڪري ٿيو جو ان وقت مرشد جي خدمت ڪرڻ لاءِ وٽس ان جو هڪ داڻو بہ گهر ۾ موجود ڪونہ هو. پريشانيءَ کي لڪائي اهو مريد شاهہ صاحب کي نهايت عزت ۽ احترام سان گهر ۾ ويهاري، پنهنجي زال سان گهر جي اندر وڃي صلاح ڪرڻ لڳو تہ هينئر ڇا ڪجي؟ آخر گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ سندس گهر واري چوڻ لڳي تہ، ” ميان! الله ڏسي ٿو تہ مان هن وقت تائين پاڪ صاف رهي آهيان ۽ توڪان سواءِ مونکي ٻئي ڪنهن هٿ بہ نہ لاتو آهي. باقي گهڻي وقت کان وٺي شهر جو هندو شاهوڪار مون تي عاشق آهي ۽ منهنجي طلب رکندو آهي ۽ مونکي پاڻ ڏي مائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي، پر هن وقت تائين سندس ڪنهن بہ قسم جي همت افزائي نہ ڪئي اٿم. هاڻي جيڪڏهن تون اجازت ڏين تہ مان ان هندو دوڪاندار ڏي وڃان. سندس دل راضي ڪيان ۽ مونکي اميد آهي تہ مرشد جي خدمت لاءِ گهڻو ڪجهہ ملي ويندو. اهو مريد في الحال تہ وڏي سوچ ۾ پئجي ويو پر پوءِ توڪل رکي ان ڪم لاءِ راضي ٿي ويو. جيئن تہ گهڻي برسات پوڻ جي ڪري گهٽيون ۽ رستا پاڻيءَ ۽ گپ سان ڀريل هئا، انڪري ان مريد، پنهنجي ڪلهن تي زال کي کڻي، ان هندو دوڪاندار جي در تي پهچايو.

هندو دوڪاندار اوچتو جڏهن پنهنجي دل پسند عورت کي پنهنجي گهر ۾ ڏٺو تہ تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ چيائينس تہ عرصي کان وٺي مان تنهنجي ڪڍ هيس ۽ توکي ملڻ لاءِ جتن ڪندو پئي آيس پر تون ڪنهن بہ حالت ۾ راضي ٿيڻ لاءِ تيار نہ هئينءَ. اڄ ڪهڙا ڀاڳ ڪليا آهن جو پاڻ منهنجي گهر هلي آئي آهين؟ حقيقت اها هئي تہ هندو دوڪاندار پنهنجي مراد پوري

ٿيندي ڏسندي، خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيو. ان عورت ٻڌايس ته مونکي خبر آهي ته ڪافي وقت کان منهنجي طلب تنهنجي دل ۾ هئي پر مان هڪ صاف ۽ سچي عورت آهيان ۽ مڙس کان سواءِ ٻئي مرد ڏانهن ڏسڻ به گناهه سمجهندي آهيان پر اصل ڳالهه هينئن آهي ته اڄ اسان جو مرشد اسان جي گهر آيو آهي ۽ کيس کارائڻ پيارڻ لاءِ اسان وٽ گهر ۾ ڪجهه به ڪونهي. مرشد جي خدمت ڪرڻ به فرض آهي، پيو ڪو چارو نه ڏسي، مڙس جي مرضيءَ سان تو وٽ آئي آهيان. هاڻي جيئن تنهنجي مرضي هجي، ائين ڪر. هندو دوڪاندار ان عورت جي پنهنجي مرشد لاءِ سچائي ۽ عقيدت ڏسي سوچ ۾ پئجي ويو. آخر سندس مٿي تي هٿ رکي، کيس دين جي ڀيڻ بڻائي، ڪافي روپيا ڏئي پاڻ سان گڏ سندس گهر وٺي آيو. اتي پهچي عورت سچي ماجرا پنهنجي مڙس کي ڪري ٻڌائي. اهو هندو به شاهه صاحب جي هٿ تي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو. شاهه صاحب کي به جڏهن ان عورت جي جذبي ۽ سچائيءَ جي خبر پئي ته هينئيون بيت پڙهيائين.

جيسلميرائن جس، جي لله ڪارڻ لنڊيون،
هِت به رهين رس، هُت به مليون هوت کي.

# شاهه لطيف رح ۽ غار ۾ ويٺل شخص

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ دفعي شاهه لطيف سير سفر دوران سنڌو درياءَ جي اولهه طرف وارن جبلن مان گذري رهيو هو ته

اوچتو ڪيس دل ۾ خيال آيو ته مخدوم نوح ساري سان ملاقات ڪجي. اهو خيال دل ۾ ايندي ئي ننئي ڏانهن رخ ڪيائين. ٿورو اڳتي هليو ته انهن جبلن جي هڪ غار مان هڪ سوز ڀريل آواز ٻڌائين. ڪو ماڻهو هيو، جيڪو شاهه صاحب جي بيت جي هڪ سٽ وڏي سوز واري آواز ۾ هر هر چئي رهيو هو. اها سٽ هئي:

هيڪليائي هيل، پوريندس پنهونءَ ڏي.

شاهه صاحب ان آواز جو پيڇو ڪندو، جڏهن ان غار ۾ داخل ٿيو ته ڏٺائين هڪ شخص آهي جيڪو اها سٽ بار بار ورجائي رهيو آهي. سلام دعا کانپوءِ شاهه صاحب جي پڇڻ تي ان شخص ٻڌايس ته، سائين! مان جت قوم جو ماڻهو آهيان. اسان اٺن تي واپار جو سامان ڪڻي، هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين پهچائڻ جو ڪم ڪندا هئاسي. هڪ ڀيري اسان اٺن تي سامان کنيو پئي وياسين، جڏهن هالا ڪنديءَ وٽان گذرياسين ته اتي ڪنهن بزرگ جو چيل هڪ شعر ٻڌم جنهن منهنجي دل کي ايترو ته متاثر ڪيو جو پنهنجو ڪاروبار ۽ ساٿي وغيره ڇڏي ڏنم ۽ جبلن ۾ گهمڻ ڦرڻ لڳم. سڄو بيت ته ياد ڪونه پيو، باقي اها سٽ ياد اٿم، جيڪا جهونگاريندو رهان ٿو. جڏهن جبلن ۾ هلي هلي ٿڪجي پيس ۽ طاقت به گهٽجي وئي ته هيءَ غار اچي وسائي اٿم. الله رازق آهي، ان جي طرفان رزق ملندو رهي ٿو. دنيا سان لڳ لاڳاپا ٽوڙي ڇڏيا اٿم. دنيا جي ڏکن سکن جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏيو اٿم. بس جڏهن دل ماندي ٿيندي اٿم ته اها هڪ سٽ چوندو رهندو آهيان. شاهه صاحب فرمايس ته جيڪڏهن مان توکي اهو بيت پورو ڪري ٻڌايان ته پوءِ؟ ان شخص چيس ته سائين! مونکي باقي ڇيو کپي گهرجي.

شاهه صاحب ان شعر جي ٻي سٽ چئي:

آڏا اڏونگر لڪيون، سوري سڄڻ سيل.

اها سٽ ٻڌي اهو شخص بيقرار ٿي ويو شاهه صاحب جڏهن ان بيت جي آخري سٽ " ته ڪر ٻيلياڻي ٻيل، سور پريان جا ساڻ مون" پڙهي ته ان شخص جو ويٺي ويٺي دم پرواز ڪري ويو. شاهه صاحب ان کي اتي ئي دفنايو ۽ پاڻ ۽ سندس مريد جڏهن به اتان لنگهندا هئا ته ان جي قبر تي قل پڙهندا هئا ۽ دعا گهرندا هئا.

## شاهه لطيف رح ۽ ڏاچيءَ جو ڪير

ڳالهه ٿا ڪن ته شورو خاندان جي وڏي ڏاڏي صاحبڏني شوري جي بيان ڪيل روايت ، سيني به سيني سندس خاندان ۾ هلندي آئي ۽ آخر مير عبدالحسين سانگيءَ جي پهاڙي شڪار جي مددگار وڏيري عبدالله شوري، مير صاحب کي اها روايت ٻڌائي ته اسانجي وڏي ڏاڏي جي وقت ۾ پٽ شاهه، واريءَ جو صرف هڪ دڙو هو. صاحب ڏني شوري جو پٽ قلندر شورو ان وقت اتي پڳهار تي ڏاچيون چاريندو هو. انهن ڏاچين مان هڪ ڏاچي آڏياري هئي، قلندر شوري جي بيان مطابق ته ڏاچيون چاريندي هڪ پيري مون ڏٺو ته ڏاچين ٿاهه ڪاڏو ۽ وني پچڻ لڳيون. مون سمجهيو ته شايد ڪو جهنگلي جانور ڏٺو اٿائون. جاچ ڪيم ته خبر پئي ته اتي هڪ شخص ويٺو هو جو اسغراق ۾ هو ۽ ڪيس دنيا جهان جي ڪا خبر ڪانه هئي. ان شخص ۾

ايڏو تہ جاهہ ۽ جلال هيو جو مان اتي ترسڻ لاءِ دل ٻڌي نہ سگهيس ۽ ڏاچيون ڪاهي ٻي پاسي هليو ويس. رات جو مون اها ماجرا پنهنجي والد صاحبڏني سان ڪئي. والد صاحب فرمايو تہ اهو هڪ پهتل شخص شاهه لطيف آهي، جيڪو شاهه حبيب جو فرزند آهي ۽ بيراڳ ۾ هتي ايندو رهندو آهي. هاڻي جڏهن بہ ڪيس ڏسين تہ دعا گهرائجانس.

قلندر شوري جي بيان مطابق تہ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ مون شاهه صاحب کي ساڳي هنڌ، ساڳي حالت ۾ ڏٺو. مون ويجهو وڃي ڏٺو سندس منهن ۾ چمڪ ۽ حشمت هئي. مان نهايت ادب سان سندس پرسان وڃي ويٺس ۽ عرض ڪيم تہ سائين! مان هڪ غريب شخص آهيان ، هت ڏاچيون چاريندو آهيان. اوهان مهرباني ڪري منهنجي ڏاچين جو کير پيئو ۽ اسانجي حق ۾ دعا گهرو. شاهه صاحب فرمايو تہ، اهي سڀ ڏاچيون تنهنجيون آهن؟ مون وراڻيو تہ نہ سائين! انهن مان هڪ آڏياري آهي، جنهن جو اڌ منهنجو ۽ اڌ ٻئي جو آهي، باقي ٻيون ڏاچيون ٻين مالڪن جون آهن. شاهه صاحب چيو تہ ان آڏياري ڏاچيءَ جي ٻن ٿڻن کي ڇڏ، جو اهي ٻئي مالڪ جا آهن. باقي ٻن ٿڻن مان هڪ بہ ڇڏي ڏي جو ان تي ڏاچيءَ جي ڦر جي حق آهي، باقي هڪ ٿڻ مان کير ڏهي اچ. قلندر شوري جي روايت مطابق تہ مان ان هڪ ٿڻ کي ڏهي، شاهه صاحب لاءِ کير ڪٽي آيس. شاهه صاحب کير پي، دعا ڪئي. ان ڏينهن کان وٺي اسانجي رزق، روزي ۽ اولاد ۾ وڏي برڪت پوڻ شروع ٿي وئي. ڏاچيءَ جي ٽن ٿڻن کي ڇڏي، صرف هڪ ٿڻ جو کير پيئڻ ثابت ڪري ٿو تہ شاهه صاحب کي ٻنڌن جي حقن جو ڪيترو نہ خيال هوندو هو.

# شاهہ لطيف رح ۽ تمر فقير

ڳالهہ ٿا ڪن تہ حاجي عليءَ نالي هڪ ڇوڪرو هوندو هو جنهن جا والدين شاهہ حبيب جا مريد هئا. هڪ ڀيري اهي حج جي خيال کان مڪي ۽ مديني ويا. اهو حاجي علي بہ اڪين اتي عربستان ۾ پيدا ٿيو. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ جڏهن اهي واپس آيا تہ ڪين خبر پئي تہ شاهہ حبيب وفات ڪري ويو آهي. حاجي عليءَ جا والدين، حاجي عليءَ کي ساڻ ڪري شاهہ لطيف سان عذر خواهي ڪرڻ آيا. عذر خواهي ڪان پوءِ شاهہ لطيف رح ان ڇوڪري ڪان پڇيو تہ بابا! تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ڇوڪري ادب سان وراڻيو تہ سائين! منهنجو نالو حاجي علي آهي. شاهہ صاحب چيس تہ بابا! علي تہ مرشدن جي مرشد ، عارفن جي عارف، حسنين جي بابي حضرت علي رضہ جو نالو آهي، انڪري اڄ ڪان وٺي تنهنجو نالو تمر آهي. جيئن تہ تون عربستان ۾ هڪ ڪجيءَ جي وڻ هيٺان ڄائو هئين، انڪري توتي اهو نالو مناسب ٿيندو. شاهہ صاهب جي اها ڪرامت ڏسي ڇوڪري جا پيءُ ماءُ تمام گهڻو متاثر ٿيا ۽ ڇوڪري کي شاهہ صاحب جي خدمت ۾ ڇڏي هليا ويا. شاهہ صاحب تمر فقير کي پنهنجو خليفو بڻايو.

تمر فقير اڃا ننڍو ئي هو تہ شاهہ صاحب وصال ڪري ويو. شاهہ صاحب جي وفات ڪانپوءِ تمر فقير کي محڪم الدين سيلانيءَ جي حوالي ڪيو ويو جيڪو شاهہ صاحب جو دوست ۽ وجد جو مالڪ هو. محڪم الدين سيلانيءَ تي اهو ڪم رکيو ويو تہ هو تمر فقير کي درويشي طور طريقا سيکاري ۽ ساز

سرود ۾ پڙ ڪري. سيلاني فقير جي محنت ڪري تمر فقير اوج تي پهتو. شاهه صاحب جي درٻار ۾ ٿيندڙ لطيفي سرود جو ڪم تمر فقير ڪنيو ۽ سڄي عمر شادي ڪين ڪيائين. اڄ ڏينهن تائين اها گادي تمر فقير جي خاندان ۾ هلندي اچي ٿي ۽ جيڪو گادي سنڀالي ٿو اهو سڄي عمر شادي نٿو ڪري. شاهه صاحب سان گڏ تمر فقير جو نالو به زنده آهي ۽ سندس قبر، شاهه صاحب جي روضي جي ڏکڻ طرف آهي.

# شاهه لطيف رح جي گُلان کي دعا

ڳالهه تا ڪن ته شاهه لطيف جي وقت ۾ گلان نالي تر جي هڪ مشهور ۽ حسين ڳائڻي هئي، جنهن جي حسن جو چرچو هر هنڌ هلندو هو. هڪ ڀيري گلان، شاهه صاحب جي درٻار ۾ دعا گهرائڻ آئي ۽ اتان جو لطيفي سرود وارو ماحول ڏسي پاڻ به ڳائڻ وڄائڻ لڳي. شاهه صاحب سندس ڳائڻ ۽ آواز کي تمام گهڻو پسند ڪيو. گلان موقعي مان فائدو وٺندي عرض ڪيو ته سائين! الله جي در منهنجي حق ۾ دعا ڪيو ته منهنجي زندگي عزت سان گذري ۽ مونکي حلال روزي نصيب ٿئي. شاهه صاحب جيڪو ان وقت وجد جي حالت ۾ هو، تنهن چيو ته گلان! ربُ ڪندو ته تون سنڌ جي راڻي ٿيندينءَ. تنهنجي پيٽ مان جيڪو شهزادو ڄمندو سو پيءُ کان به وڏيڪ مشهور ٿيندو ۽ سندس هاڪ هر هنڌ هلندي.

هوڏانهن وقت جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي کي

ڪن ماڻهن وٽي اطلاع ڪيو ته جناب! شاهه صاحب لاءِ اهو خواهه مخواهه هُلايو ويو آهي ته هو خدا تعاليٰ جو پهتل شخص آهي ۽ صالح بندو آهي. سندس حالت اها آهي ته هن وقت به هڪ بدنام عورت جو راڳ پڙهي رهيو آهي. ميان نور محمد ته اڳ ۾ ئي شاهه صاحب جو مخالف هو، تنهنڪري شاهه صاحب کي بدنام ڪرڻ جو هي موقعو تمام مناسب ڄاڻائين ۽ هڪدم پنهنجا ماڻهو روانا ڪيائين ته ان نچڻي عورت کي گهليندا وٺي اچو.

هيڏانهن شاهه صاحب جڏهن گلان کي دعا ڪئي ته گلان اتي موڪلائڻ لڳي. شاهه صاحب چيس ته گلان! ويهه، اڃان موتين جا خريدار ته پهتا ئي نه آهن. ايتري ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جا موڪليل ماڻهو به ڏوڪيندا اچي پهتا ۽ گلان کي گهليندا، ميان صاحب جي دربار ۾ وٺي ويا. شاهه صاحب جيڪا گلان کي دعا ڪئي هئي، قدرت ان کي قبوليت جو درجو ڏنو ۽ ميان صاحب گلان جي حسن کي ڏسندي ئي مٿس موهت ٿي پيو. ميان صاحب گلان کي صحبت لاءِ تمام گهڻو زور ڀريو پر گلان جواب ڏئي ويهي رهيس ته سائين! جيستائين شرع شريعت موجب مون سان نڪاح نه ڪندا، مان اوهانکي ويجهو اچڻ نه ڏينديس. مجبور ٿي ميان صاحب گلان سان شريعت موجب شادي ڪئي ۽ اهڙي طرح گلان سنڌ جي راڻي بڻجي وئي. گلان مان ميان نور محمد ڪلهوڙي کي ميان غلام شاهه ڄائو، جيڪو سنڌ جي تخت تي ويٺو ۽ پيءُ کان وڌيڪ هاڪارو بادشاهه ثابت ٿيو. ميان غلام شاهه، ماءُ جي ڪري شاهه صاحب جو وڏو عقيدتمند هو ۽ شاهه صاحب جي قبر تي روضو به ميان غلام شاهه جوڙايو هو.

# شاهه لطيف رح جا مريد ۽ پلو

ڳالهه ٿا ڪن ته لطيف سائينءَ جي درٻار جو اهو دستور هوندو هو ته جيڪا به کائڻ پيئڻ جي شيءِ ايندي هئي ته اها ونڊن ۾ مريدن خادمن ۾ هڪجيتري ورهائي ونڊي هئي ۽ جيڪڏهن روڪ پئسا نذراني طور ملندا هئا ته اهي محمد عالم فقير ڪٺندو هو ۽ ان مان لنگر وغيره جو بندوبست ڪندو هو. هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي ته ڪو مريد لطيف سائينءَ جي درٻار ۾ پلو ڏئي ويو. درٻار جي رڌ پچاءَ جو ڪم رحمون فقير ڪندو هو. تنهنڪري پلو ان جي حوالي ڪيو ويو. رحمون فقير جڏهن پلي کي چلي ڻاهي ۽ مرچ مصالحه ڏئي رکيو ته شاهه سائينءَ جا ٽي پيارا فقير بچو فقير، ورو فقير ۽ محمد عالم فقير اندر آيا ۽ حجت ڪري پاڻ ئي پلي جا ڪجهه حصا پچائي کائي ويا. انهن مان پلي جي مغز واري منڊي بچو فقير، آنِي ورو فقير ۽ پڇڙيءَ وارو حصو محمد عالم فقير جي حصي ۾ آيا. جڏهن پلو سمورو پچي شاهه صاحب جي آڏو آيو ۽ دستور موجب سمورن ونڊن ۾ ورهائڻ لاءِ حصا ٿيڻ لڳا ته خبر پئي ته پلو ڪٽل آهي. پڇا ڪرڻ تي رحمون فقير بورچيءَ سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي. شاهه صاحب کي اهو ٻڌي تمام گهڻو افسوس ٿيو ته پلو جڏهن سمورن فقيرن ۾ ورهائجي ها ته هنن امانت ۾ خيانت ڇو ڪئي؟ بهر حال شاهه صاحب ڪين آئينده لاءِ سيکت ڏيڻ ۽ احساس ڏيارڻ لاءِ هيٺيون شعر چيو.

ڦوٽو هو ڦڪرو، سو وروءَ ور پـيو،
ڪاڙهو ڪَلين تي ٻچي پـڙ ڪيو،
آيو جو ٽيون، تنهن پُڇي نِي پاڻ سان.

هن بيت ۾ شاهه صاحب صرف ورو فقير ۽ بچو فقير جو نالو ڪنيو، باقي ڪنهن سبب جي ڪري محمد عالم فقير جو نالو نه ڪنيو. ان بيت ۽ واقعي کان پوءِ وري ڪنهن فقير ڪڏهن به اهڙي حجت نه ڪئي ۽ نذراني طور آيل شين کي وڇ جي امانت سمجهڻ لڳا.

# شاهه لطيف رح جو وصال ۽ چنگل گهوڙي

ڳالهه ٿا ڪن ۽ روايتن ۾ به ائين آيو آهي ته جنهن وقت شاهه صاحب ، پنهنجن ڪجهه مريدن سان ڪربلا معليٰ جي زيارت لاءِ سفر ۾ هو ته رستي ۾ هڪ ڪامل شخص ڪيس گڏيو. حال احوال معلوم ڪرڻ تي ان شخص شاهه صاحب کي چيو ته اوهان چوندا رهندا آهيو ته اسانجا آخري ڏينهن پٽ شاهه تي گذرندا ۽ هينئر وري آخر ڏينهن ۾ اوهان هيڏي ڏکي سفر تي سنبري نڪتا آهيو! شاهه صاحب اها ڳالهه ٻڌي سوچ ۾ پئجي ويو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ اڳتي وڃڻ جو ارادو ترڪ ڪري واپس پٽ شاهه تي موٽي آيو. اچڻ سان ئي پنهنجي ڪونيءَ ۾ هليو ويو ۽ ايڪيهه ڏينهن سانده عبادت ۽ رياضت ۾ مصروف رهيو. ان وچ ۾ ماني تمام ٿورڙي کاڌائين. آخر ايڪيهن ڏينهن کان پوءِ ڪمري کان ٻاهر نڪتو ۽ ٿوري پاڻيءَ سان غسل ڪري، چادر مٿان وجهي مراقبي ۾ هليو ويو ۽

اشاري سان ساز سرود وڄائڻ ۽ راڳ ڪرڻ جو حڪم ڪيائين. مريد خادم راڳ رهاڻ ۾ لڳي ويا. ٽي ڏينهن لڳاتار راڳ جي محفل هلندي رهي. خليفن ۽ مريدن کي اچي ڳڻتي ورايو ته ٽي ڏينهن ٿي ويا آهن ته شاهه صاحب سانده مراقبي ۾ آهي. خليفن همت ڪري شاهه صاحب کي مراقبي مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو ته وڃي پنهنجي حقيقي مالڪ سان مليو هو. اها سال 1165 هجري (سنه 1752 عيسوي) جي صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ هئي. شاهه صاحب جي وصيت مطابق کيس مڪمل پردي ۾ اتي ئي غسل ڏنو ويو هو، جتي سندس والد شاهه حبيب کي غسل ڏنو ويو هو ۽ کيس دفنائڻ ۾ به دير نه ڪئي وئي. سندس روضو سندس معتقد سنڌ جي والي غلام شاهه ڪلهوڙي ٺهرايو.

هوڏانهن شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ اها ڳالهه شدت سان محسوس ڪئي وئي ته سندس جاءِ تي ڪو گادي نشين هجي، جيڪو روحانيت جي هيءَ گادي هلائي. شاهه صاحب پنهنجي حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ پنهنجي پائٽي ڪريم ڏني شاهه جي پٽ سيد جمال شاهه کي پنهنجو گادي نشين ٿيڻ جي بشارت ڏني هئي ۽ سندس مهاندا به شاهه لطيف سان ملندا هئا. انڪري سيني گڏجي جمال شاهه کي گاديءَ تي ويهاريو. ڪجهه سيدن گاديءَ تي پنهنجي حقداري ڏيکاري ۽ سيد جمال شاهه تي اعتراض ڪيو. ميان غلام شاهه به سيد جمال شاهه کي انڪري پسند ڪيو ۽ سندس حق ۾ فيصلو ڏنو، جو سندس شڪل شاهه صاحب سان گهڻي ملندي هئي، تڏهن به سيدن اعتراض نه ڇڏيو. آخر شاهه صاحب جي هڪ پياري گهوڙي چنگل کي ناهي سينگاري ميدان تي آندو ويو ۽ اهو

فيصلو ڪيو ويو تہ جنهن ڪي بہ چنگل گهوڙي پاڻ تي سوار ٿيڻ ڏي ۽ ڪيڪر ڪري تہ گادي انجي حوالي ٿيندي. سيد جمال شاهہ سميت سمورن سيدن کي قطار ۾ بيهاري چنگل کي سندن آڏو گذاريو ويو. چنگل ڪنهن ڏانهن بہ ڌيان نہ ڏنو ۽ پنهنجي مستيءَ ۾ هلندي رهي پر جڏهن سندس نظر جمال شاهہ تي پئي تہ خوشيءَ وچان ائين ناز نخرا ڪرڻ لڳي، جيئن شاهہ لطيف جي آڏو ڪندي هئي. جمال شاهہ بہ مٿس چڙهي وينو ۽ چنگل ڪيس سير ڪرائڻ لڳي. اهڙي نموني سيد جمال شاهہ، حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي گادي سنڀالي.

# شاهہ لطيف رح جو لباس ۽ عادتون

ڳالهہ ٿا ڪن تہ سنڌ جو نامور بزرگ ۽ ڪامل ولي شاعر حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جيترو وڏو مقام ۽ درجو رکندو هو، اوترو ئي انتهائي سادو ۽ شريعت تي عمل ڪندڙ شخص هو. سندس پوشاڪ اڄ جي گادي نشين وانگر ڪا تمام قيمتي ڪونہ هوندي هئي ۽ نہ سندس مزاج ۾ ڪو تڪبر يا غرور هوندو هو. سندس لباس ويهڪ ۽ هلت چلت بابت نامور محقق ۽ اديب شمس العلماء مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب "احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" ۾ لکي ٿو تہ " شاهہ صاحب پوري ڊگهي سنئين قد جو هو. نڪي تمام ڏبرو هو، نڪي تمام ٿلهو هو. سندس مٿو چڱو وينل هو. پيشاني موڪري ۽ وڏي هيس. سندس منهن وٽندڙ ۽ نڪ ڊگهو هو.

سندس اکيون ڪاريون هيون، جي باهه وانگي ٻيون ٻرنديون هيون. سندس وار گهاٽا هئا. سندس ڏاڙهي گهاٽي هئي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي سونهاريءَ جيڏي هئي. جڏهن پيريءَ ۾ وار اڇا ٿيس، تڏهن انهن کي ڪيس ڪين ڪندو هو، جهڙي هن ملڪ ۾ رسم پئي ڏسجي. ماٺ ۽ سانهه ستيءَ وارو ماڻهو هو. هو ڪڏهن ڪڏهن خوش طبعي به ڪندو هو، ته به گهڻو ڪري ڳنڀير ۽ خيال وارو ڏسجڻ ۾ ايندو هو. سندس چهرو ڪڻڪ رنگو هو ۽ ڦڪاڻ ڏي مائل هو. هو ڏيک ويک مان چاٽندو ئي ڪين هو. نڪو ٽنڊ ٽوپيءَ سان واهپو هيس. سادو کائيندو هو ۽ سادو هنڊائيندو هو. اڪثر زردي يا گيڙو رنگ جا ڪپڙا ڍڪيندو هو، جهڙا صوفي يا سنياسي ڍڪيندا آهن، جنهن کي "تاج" چوندا آهن. انهيءَ جي مٿان به ور ڪپڙي جا ڏيئي ڍڪيندو هو. جتي پائيندو هو مگر ڪڏهن ڪڏهن پور پوندا هئس ته پيرين اگهاڙو رهندو هو. سادي کٽي يا پرزن ڳنديلن تي سمهندو هو. هٿ ۾ وڏي لٺ کڻندو هو ۽ ڪاٺي پيتي جي ڪم لاءِ هڪڙو وڏو ڪشتو يا ڪچڪول پاڻ سان رکندو هو."

لطائف لطيفي جو صاحب مير عبدالحسين سانگي لکي ٿو ته، " حضرت اولياء صاحب (شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح) جلال، جمال ۽ ڪمال جا صاحب هئا. نرميءَ سان ڳالهائيندا هئا ۽ پاٽي گهڙي مان پاڻ ڀري پيئندا هئا. پنهنجي وجود واسطي ٻي تي بار نه رکندا هئا ۽ جيڪي طعام تيار ٿيندو هو يا جاءِ تان ايندو هو، انکي فقيرن ۾ ورهائيندا هئا پاڻ به فقيرن جي حصي جيترو کڻندا هئا. اڪثر ڪري هيٺ ويهندا هئا گهر ۾ ڪاٺ جي نهيل صندل تي سمهندا هئا. ساهه وارن کي

تڪليف نہ ڏيندا هئا. پڻ پاراتو ۽ دعا خير ڪنهن کي نہ ڪندا هئا. مگر اتفاق ۽ بي اختياريءَ جي حالت ۾. جيئن هڪ دفعو مغلن کي بددعا ڪيائون. ٻيو ميان غلام شاھ ڪلهوڙي جي ماءُ (مائي گلان) سندس خاص دعا سان دولت ڪماليت حاصل ڪئي. تعويذ بہ نہ ڏيندا هئا. سندس منهن مبارڪ مان خدائي محبت جي خمار جون نشانيون ظاهر ٿينديون هيون. حضرت اولياء صاحب اڪثر سير سفر ڪندا هئا. جيڪڏهن ڀٽ شريف تي رهندا هئا تہ، ڀٽ جي هيٺان نهيل حجري ۾ رهندا هئا. نماز جا پنج وقت جامع مسجد ۾ ادا ڪندا هئا. پاڻ نماز نہ پڙهائيندا هئا.

# شاھ لطيف رح جي الله تي توڪل

ڳالهہ ٿا ڪن تہ شاھ لطيف رحمة الله عليہ جذب ۽ مستيءَ جي حالت ۾ هوندو هو يا هوش واري حالت ۾، توحيد کان ڪڏهن بہ منهن نہ موڙيائين. هميشہ ۽ هرحال ۾ هڪ الله تي ڀروسو ۽ توڪل رکندو هو. سندس زندگيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا واقعا موجود آهن جن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سندس توڪل الله ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي تي اصل نہ هوندي هئي.

هڪ ڀيري جڏهن شاھ صاحب عروج يعني جذب جي حالت ۾ هو تہ ان وقت هڪ اکين کان انڌو شخص وٽس آيو ۽ اچي چيائين تہ سائين! دعا گهرو تہ مان ڏسڻ لڳان. شاھ صاحب کي تہ ان وقت دنيا جهان جي خبر ئي ڪونہ هئي ۽

ڪماليت جي درجي تي پهتل هو. انهيءَ حالت ۾ ٿي ٿوري وقت اندر اهو شخص ڏسڻ لڳو. انڌي ڪي ڇا ڪپي هڪ اک، هن کي ته ٻئي اکيون ملي ويون، سو تمام گهڻو خوش ٿيو. شاهه صاحب جڏهن عروج کان ٻاهر نڪتو ته ان شخص کي تمام گهڻو خوش ٿيندي ڏسي پڇيائينس ته ابا! تون ايترو خوش ڇو ٿي رهيو آهين؟ ان شخص وراڻيو ته سرڪار! مان هت آيو هيس ته انڌو هيس، اوهانجي دعا سان مونکي اکين جو نور ملي ويو آهي، انڪري خوشيءَ ۾ ڪپڙن ۾ نه پيو ماپان. شاهه صاحب اهو ٻڌي هڪدم چيس ته ابا! مون کي ته ڪا خبر ئي نه آهي، جنهن تنهنجو عرض ٻڌو، ان ئي تنهنجيون اکيون ٺيڪ ڪيون آهن، ڇاڪاڻ ته اهو ئي راهون رد ڪندو آهي ۽ اهوئي رهنمائي ڪندو آهي. عزت ۽ ذلت ان جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي جيڪي وڻندو اٿس، انکي اهو ڏيندو آهي. شاهه صاحب جي صحبت ۾ هڪ ٻڪرار به اچي ويهندو هو. هن کي شاهه صاحب جي سنگت ايتري ته وڻندي هئي جو پنهنجي ٻڪرين جو ڌڻ ڇڏي هليو ايندو هو. هڪ ڏينهن شاهه صاحب پڇيس ته، ابا ڌڻ ڪنهنجي آسري تي ڇڏي ايندو آهين. چيائين ته سائين! پالتو ڪتا آهن، جيڪي تمام هوشيار آهن، انهن جي حوالي ڪري ايندو آهيان. شام جو جڏهن اهو ٻڪرار موٽي ويو ته خبر پيس ته ڇراخن سندس ٻه ٽي ٻڪريون ڪائي ڇڏيون آهن. ٻئي ڏينهن جڏهن اها ڳالهه شاهه صاحب کي ٻڌايائين ته سهڻي لطيف چيس ته، " ابا! جيسين الله جي حوالي تنهنجو ڌڻ هو ته ڪو نقصان ڪونه ٿيندو هو پر جڏهن چيئه ته ڪتن جي حوالي آهي ته تنهنجيون ٻڪريون ڪاڇي ويون.

# شاهه لطيف رح جي رحمدلي ۽ تحمل

ڳالهه ٿا ڪن ته شاعرن جي سرتاج ، ڀٽ جي گهوٽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ۾ اهي سموريون خوبيون موجود هيون، جيڪي هڪ ولي ۽ ڪامل شخص ۾ هئڻ گهرجن. شاهه صاحب انتهائي نرم دل ۽ سٻاجهڙي طبيعت جو مالڪ هو. هن ڪڏهن به ڪنهن جي دل نه ڏکائي ۽ نه ڪڏهن ڪنهن کي ڪو پٽ پاراتو ڏنو. سندس رحمدلي ۽ بردباري ۽ تحمل جا ڪيئي مثال سندس زندگيءَ ۾ موجود آهن.

هڪ دفعي شاهه صاحب سير سفر دوران ڪجهه سنيا سين سان گڏجي جبل جي وٽ وٺيو پئي ويو. هلندي هلندي انهن سنياسي فقيرن مان هڪ فقير بيمار ٿي پيو ۽ هلڻ جهڙو نه رهيو. جڏهن به سير دوران ڪو فقير بيمار ٿيندو هو ته سنياسي فقيرن ۾ اهو رواج هيو ته اهي پنهنجي ساٿيءَ کي اتي ئي رڻ پٽ ۾ اڪيلو ڇڏي هليا ويندا هئا. هي فقير به جڏهن بيمار ٿي پيو ته ٻيا فقير هن کي ڇڏي وڃڻ لڳا ۽ شاهه صاحب کي به هلڻ لاءِ چيائون. شاهه صاحب جي نرم طبيعت، انسان دوستي ۽ رحمدلي کيس اجازت نه ڏني ته هو پنهنجي همسفر ساٿيءَ کي بيماريءَ جي حالت ۾ ائين اڪيلو ڇڏي هليو وڃي. انڪري شاهه صاحب ان بيمار فقير سان اتي ترسي پيو ۽ ٻيا فقير پنهنجي راهه وٺي هليا ويا. شاهه صاحب جي ڪوشش ۽ دوا درمل سان ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهو بيمار فقير صحتياب ٿيو ۽ هي ٻئي ڄڻا به ساڳي منزل ڏانهن راهي ٿيا ۽ اتي وڃي پهتا. هوڏانهن اڳ ۾ ويل فقير اتفاق سان رستو ڀلجي ويا هئا

۽ اهي شاهه صاحب کان پوءِ اچي پهتا. هنن جو شاهه صاحب ۽ پنهنجي ساٿيءَ کي اڳ ۾ اتي موجود ڏٺو ته ڏاڍا شرمسار ٿيا ۽ آئينده لاءِ واعدو ڪيائون ته ائين رستي ۾ پنهنجي ڪنهن به ساٿيءَ کي بيماريءَ جي حالت ۾ اڪيلو نه ڇڏيندا. شاهه صاحب جي رحمدليءَ جي ڪري بيمار فقير به صحتياب ٿي منزل تي پهتو ته سنياسين مان هڪ غلط رسم به ختم ٿي وئي.

هڪ ڀيري پٽ شاهه تي شاهه صاحب پنهنجي مريدن خادمن ۽ فقيرن سان ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو. پرسان هڪ فقير ڳئون ڏهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ڳئون جو ڳابو کير ڏائڻ لاءِ وس ڪري رهيو هو. شاهه صاحب کان اهو ڏٺو نه ٿيو ۽ هن فقير کان ڳابي کي پري رکڻ جو سبب پڇيو. فقير وراڻيو ته سائين! هي ڳابو سمورو کير پي ويندو . ان تي شاهه صاحب چيس ته ابا! حق ته انهيءَ جو آهي. پوءِ شاهه صاحب پاڻ اٿي ڳابو کوليو ۽ اهڙيءَ طرح بکايل ڳابي کي ماءُ جو کير نصيب ٿيو.

## شاهه لطيف رح جي عبادت ۽ رياضت

ڳالهه ٿا ڪن ته شاهه صاحب ننڍپڻ کان ئي ٻين ٻارن کان جداري طبيعت جو مالڪ هو. هن جي تار ننڍي هوندي کان ئي رب سان جڙيل هئي. ننڍي هوندي اڪيلو جهنگ ۾ هليو ويندو هو ۽ ڪنهن وڻ جي پور ۾ ويهي الله تعاليٰ سان لونءَ لڳائي ڏينهن جا ڏينهن ويٺو هوندو هو. جهر جهنگ ۽ جبلن جو ڏکيو

سفر بہ خالق جي صناعي ۽ قدرت جو مشاهدو ڪرڻ لاءِ اختيار ڪندو هو. پڻ شاھ وسائڻ ڪان پوءِ تہ باقائده رياضت ۽ عبادت ۾ مشغول رهندو هو. پڻ شاھ واري مسجد ۾ پنج ئي وقت جماعت سان نماز پڙهندو هو. رمضان شريف جا سمورا روزا رکندو هو. تسبيح بہ باقائده پڙهندو رهندو هو. مذهب ڏانهن سندس لاڙي جو ان ڳالھ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هن مسجد پنهنجن هٿن سان جوڙي ۽ ٻين فقيرن سان گڏجي پاڻ اتي پورهيو ڪيو. مطلب تہ شاھ صاحب هڪ عابد ۽ زاهد الله لوڪ هو. هن جو دين ۾ پيدا ٿيل فرقن سان ڪوبہ تعلق ڪونہ هوندو هو. ان جو اظهار هو بار بار ڪري چڪو هو تہ نہ مان سني آهيان ۽ نہ مان شيعو آهيان، ڇاڪاڻ تہ اهي سني شيعا پوءِ جي پيداوار آهن. انهيءَ فرقي بازيءَ کي هو نندينڊو رهندو هو ۽ گهڻن فرقن تي هلڻ وارن کي هو گمراھ سڏيندو هو. تڏهن تہ چيائين، "واٽن ويھ ٿيون، ڪہ ڄاڻان ڪيهي ويا" شاھ صاحب پڪو توحيد پرست ۽ دين جي ڄاڻ رکندڙ هڪ عابد ۽ زاهد شخص هو. هو الله جي رسول صہ ، سندس آل ۽ اصحابي سڀني سان محبت رکندڙ نيڪ دل انسان هو.

# شاهه لطيف جي رسالي مان

# منتخب اشعار

## سر ڪلياڻ

اول الله عليم اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين قائم آه قديم،
والي واحد وحده رازق رب رحيم،
سو ساراهه سچو ڌڻي چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جي،

جوڙي جوڙ جهان جي جڏهن جوڙيائين،
خاوند خاص خلقي محمد مڪائين،
ڪلمو تنهن ڪريم تي چڱو چايائين،
انا مولاڪ وانت محبوبي ايءَ اتائين،
ڏکي ڏنائين، ٻئي سرائون سيد جي.

جوڙي جوڙ جهان جي پاڻ ڪيائين پروار،
حامي هادي هاشمي سردارين سردار،
سنهين صحابن ست م منجهه مسجد مٽيادار،
چارئي چڱا چوڌار، هئا هيڪاندا حبيب سين.

وحده لاشريڪ لہ چئي چوندو آءُ،
فرض واجب سنتون تنئون ترڪ م پاءِ،
توبهہ سندي تسبيح پڙهڻ سان پچاءِ،
نگا پنهنجي نفس کي ڪا سنئين راهہ سونهاءِ،
تہ سندي دوزخ باهہ، تو اوڏيائي نہ اچي،

اگهي اگهائي رنج پرين کي رسبو،
چڪيم چڱائي، سوريءَ جي سيج تان،

سوري سينگاري اصل عاشقن کي،
لڏيا ڪين لطيف چئي تيا نيزي نظاري،
ڪونيو ڪاري، آٿيو چاڙهي اُن کي.

سوريءَ سڏ ٿيو ڪا هلندي جيڏيون،
وجڻ تن پيو، نالو نينهن ڳنهن جي.

ڪاتي نڪي م ٿئي مر منيائي هوءِ،
مان ورمن هوءِ، مون پرينءَ جا هٿڙا.

عاشق زهر پياڪ وهہ ڏسي وهسن گهڻو،
ڪڙي ءِ تبائل جا هميشہ هيراڪ،
لڳين لنو لطيف چئي فنا ڪيا فراق،
توڙي چڪن چاڪ، تہ بہ آه نہ سلن عام کي.

سـتڙيا شـراب جون کـوه پـچارون کـن،
جڏي ڪات ڪلالن ڪديا تہ مـوٽيو پوءِ وڃن،
پـڪـون سي پيـئن، سـر جني جا سٽ ۾.

سـر جدا ڌڙ ڌار دوڳ جنـين جا ديـگ ۾،
سي مـرڪن پچار، حـاضـر جن جي هٿ ۾.

پريـان سـندي پـار جي مـڙئي مـنـائي،
ڪـانـهي ڪـڙائي، چڪـيـن جي چت ڪـري.

تـو جنـين جي تـات تـن پـڻ آهـي تـنـهـنجي،
فـاذ ڪـروني اذڪـر ڪـم ايءُ پروڙج بـات،
هٿ ڪـاتـهي ڪـڙ وات، پـڄڻ پر پـريـنءَ جي.

## سـريـمن ڪلياڻ

تـون حـبـيـب تـون طـبـيـب تـون دردن جي دوا،
جانـب مـنـهـنـجي جيءَ ۾ آزار جا انـواع،
صـاحب ڏي شـفـا مـيـان مـريضن ڪـي.

اڳـهـائي سگـهـا ٿـيـا جي ويـنـا وٺ ويڄن،
ترسي طـبـيـبن چمـنـي هـونـد چڱا ڪـيـا.

ويچ م پکي ڏئي الا چڱي م تيان،
سڄڻ مان اچي، ڪر لاھوتي ڪڏھين.

ڪنيس ڪويجن تن طبيب نہ گڏيا،
ڏيئي ڏنپ ڏڏن، پاتان ڏيل ڏکوئيو.

پتنگن پھه ڪيو مڙيا متي مچ،
پسي لھس نہ ليچيا مڙيا متي مچ،
سندا ڳچين ڳچ ويچارن وڃائيا.

باريو اُجھائين پرين اُجھايو بارين،
مون ڪي تا مارين، لُٺا لھارن جا.

ساسٽ سارياٺون الف جنھن جي اڳ م،
لامقصود في الدارين ان پر اتائون،
سڳر سونائون ٽيا رسيلا رحمان سين.

ٽيا رسيلا رحمان سين سڳر سونھن جن،
آئيون تنين ڪي واڏايون وصل جون.

عاشق عزازايل پيا مڙئي سڏڙيا،
منجھان سڪ سبيل لعنتي لال ٿيو.

اڪر پڙھ الف جو ورق سڀ وسار،
اندر تون اجار پنا پڙھندين ڪيترا.

ڪوڙين ڪتابن ۾ حرف مڙيوئي هيڪ،
جي تون نظر نيڪ تہ بسم الله ئي بس ٿي.

احمد احد پاڻ ۾ وچان ميم فرق،
آهي مستغرق عالم انهيءَ ڳالهہ ۾.

پائي ڪان ڪمان ۾ ميان مارم م مون،
مون ۾ آهين تون متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

عاشق الله وير وتار نہ وسري،
آهہ ڪريندي ساهہ ڪڏهن وبندن نڪري.

عاشق آرام ڪڏهن تان ڪونہ ڪيو،
طعني ڪيا تمام حبيباڻي هڪڙي.

اجا تو منجهان ڪک ڇتي رت نڪري،
منهن ۾ محبوبن جا ڪيئن جهليندس گهاءَ،
سوتون ڪچاڙياءِ سڪڻ جون سڏون ڪرين.

جي پياري پاڻ تہ ڪرهو ٿي پاٽي پيئن،
اڳي ان نياڻ اڻ ڪوئنبو ڪونہ گهري.

• نمي ڪمي نهار تون ڏمر وڏو ڏک،
صبر ۾ سڀ سک جي سنواريا تون سمجهين.

ڪم ڪمندن ڪتيو هارايو هوڏن،
چڪيو نہ چوندن، هو جا ساءُ صبر جو.

هو چوني تون م چئہ واتان ورائي،
اڳ اڱرائي جو ڪري خطا سو ڪائي،
پاند ۾ پائي ويو ڪيني وارو ڪين ڪي.

## سرڪنياٽ

پائي آهين پرين پلائي پانهنجي
سپاجها سر چڙهيو ڏوراپو نہ ڏين،
مان ڏي مديون ٿين سڄڻ سچاين ۾.

چند تہ تنهنجي ذات پاڙيان نہ پرين سين،
تون اڃو منجهہ رات سڄڻ نت سوجهرو.

سهسين سجن ايري چوراسي چندن،
باالله ريءَ پرين، سڀ اونداهي پانئيان.

ناسيندي نگاھ پهرين ڪج پرينءَ ڏي،
احوال عاجزن جا آڪج لڳ الله،
روز نهارن راھ، اکيون اوهان جي آسري.

ڪرها ڪسر ڇڏ وڪ وڏندي پاءِ،
منهنجو هلڻ اُتهين جت جانب جي جاءِ،
توڪي چندن چاريان پيو وڳ لاٽي ڪاءِ،
ائين اُٺ اُناءِ جئن هونديءَ رات هتي مڙون.

چانگي چئي چڪياس متس اڪ نہ اُلهي،
جنهن ول گهٽا وهاتيا اُن سين آر لڳياس،
چوڏاري چندن وڻ بچي پوڄ پياس،
راڙي رت ڪياس هن ڪڏا توري ڪر هي.

تو نير پائي جان مون هيئڙو جهليو،
وئڙو چنائي پوئينءَ رات پرينءَ ڏي.

نونير ڏهہ ڏاوٽيون پنر پئد پياس،
جڏهن سڄڻ ياد پياس ڇرڪ ڇنائيين هيڪڙي.

## سوسيراڳ

مان پڇني سپرين چتا لاهہ مر چر،
انهن جا امر ڪڻ تہ خالي نہ ٿئين.

ڪاٿو ڪمايوم موتي مون نہ وٽجئا،
سهي جو سد چوي وڪر و هايوم،
اوچتو آيوم جو سودو صرافن جو.

ڪڇ ڪمايم ڪوڙ پڳم عهد الله جا،
پيرو جو پاپن جو چوٽيءَ تائين چور،
معلوم اٿئي مذڪور ڳوڙها انهيءَ ڳالهہ جو.

ڪوڙ ڪماءِ م ڪڇ اُٺي اور الله سين،
ڪڍ تون دغا دل مان صاحب وٺي سچ،
محبت سندو من ۾ ماٽڪ ٻارج مچ،
ان پر اٿي اچ، تہ سودو ٿئي ئي سڦرو.

جيڪي منجهہ جهان، سو تاريءَ تڳي تنهنجي،
لطف جي لطيف چئي، تو وٽ ڪمي ڪانہ،
عدل ڇٽان آءُ نہ، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو.

ماٽڪ سڌ هٿان پيتيءَ ۾ پرزا ٿيو،
سڄو تان سيد چوي لهي لک سوا،
ڀڳي پڇاڻا، پد مان پري ٿيو.

تانگهي ۾ تاٽي ٻڌ پنهنجو ترهو،
اونهي ۾ آٽي، ڪونہ ڏينڊءَ ڪو ٻيو.

## سرسامونڊي

پڳهہ پاسي گهار آيل سامونڊين جي،
وجهي جيءُ جنجار، جم وڃئين اوهري.

اڄ پڻ وايون ڪن وڻجارا وڃڻ جون،
انئي پهر اٿن، سعيو ڪنهن سفر جو.

مون اُپي تڙ وٽ پرينءَ پڳها ڇوڙيا،
ڪامون ۾ گهٽ، نہ تہ سڄڻ سڀاجها گهڻو.

پر ان مان پڇان بندر مون ڏور ٿيا،
نہ مون هڙ نہ هنج ڪي جو آءُ چئي چڙهان،
ائين ڪج پاٽي جنهن پر پرينءَ ملان،
ڪارون ٿي ڪريان، تو در اُپي ناڪئا.

## سر سهڻي

وٺڻ وينا ڪانگ وچين ٿي ويلا ڪري،
گهڙي گهڙو هٿ ڪري سٽي سانجهيءَ بانگ،
سيئي ڊونديي سانگ، جتي سَاهڙ سپرين.

ڪنڌيءَ اُپيون ڪيتريون ساهڙ ساهڙ ڪن،
ڪني سانگو ساهه جو ڪي گهوريس ڪيو گهڙن،
ساهڙ سندو تن، گها گهائي گهڙن جي.

گهڙو پڳو تہ گهوريو آسرو م لاهيج،
لاتقنطو من رحمة الله ترهي ان تريج،
حبيباٽي هيج، پسين منهن ميهار جو.

پچن جي ميهار کي پڇي تن ميهار،
ترهو تنين تار، عشق جنين کي اُکرو.

دهشت دم درياهه ۾ جت تکيون تواورن،
منهنجيون مان ميهار کي پهچن پڪارون،
لهه ساهڙ سنيارون، ته لهرن لوڏي نه مران.

گهرياسي چڙهيا ائين اٿيئي،
مٿي متي مهراڻ ۾ پئو ٽپو ڏيئي،
ته ميهار مليئي، سنيوڙو سيٽاهه سين.

جاهڙ اندر جيءَ ساهڙ ڏني ساهه کي،
ساهڙ ڇڙي نه ساهه جي ساهڙ ساهر ريءَ،
ساهڙ ميڙ سميع ته ساهڙ ڇڙي ساهه جي.

ڪاري رات ڪچو گهڙو اٽيئي اونڌاهي،
چند نالو ناه ڪو درياه ڏم لائي،
ساهڙ ڪارڻ سوهڻي آڏيءَ اُٿي آئي،
اي ڪم الاهي نا ته ڪنن ۾ ڪير گهري.

ساهڙ ڏاران سوهڻي اڏوتي آهي،
ڪنديون جوڪاهي پاسي تنهين پاڪ ٿئي.

جان جان هئي جيئري ورچي نه وئي،
وجي ٻونءِ پيئي، سڪندي کي سڄٽين.

پڇي پاڙي واربون کوھ ڪريندو ڏم،
ڪاري رات ڪڻ ۾ آھ ڪاٺيارن ڪم،
هيءَ هڏو ۽ چم ڳھوربو محب ميهار تان.

## سر سسئيءَ آبري

اول آخر آھ هلڻ منهنجو هوت ڏي،
پورهيو سندو پورهيت والي ڪي ۾ وڃاءِ،
سو مون ٿورو لاءِ، جڻ جيئري ملان جت کي.

وڏا وڻ وڻڪار جا جت نانگ سڃڻ نيلا،
اتي عبداللطيف چئي ڪيا هيڪلن حيلا،
جت ڪڙم نہ قبيلا، اُتہ رهبر رسج راھ ۾.

وڃين ڇو وڻڪار هت نہ ڳولهين هوت کي،
لکو ڪين لطيف چوي پاروچو ٻي پار،
ٿي سنتي ٻڌ سندرو پرت پنهوءَ سين پار،
نايو نيڻ نهار تہ تو ۾ ڏيرو دوست جو.

اڇي عزرائيل سنتي جاڳائي سسئي،
ٿي ڊوڙائي دليل تہ پنهوءَ ماٺهو موڪليو.

منڪر ۽ نڪير ڪي جڏھن ڏنائين،
اڳيان اُٿي ان کي پنهو پڇيائين،
ادا اهائين ڪو ويو سات سڄڻ جو.

ناهه جميعت جان کي هوت پڄاڻا هير،
ساڄن ڪارڻ سير ووڙيندس وندر جا.

## سر معذوري

سپ ننگيون تي نڪرو لالچ چڙي لوپ،
سپيريان سين سوپ، نندون ڪندي نہ ٿئي.

مري جيءُ تہ ماڻيئن جانب جو جمال،
تئين هوند حلال جي پنڌ اهائي پارئين،
جيئڻا اڳي جي جيا جڳ جڳ سي جيئن،
اُهي موتي ڪين مرن مرڻا اڳي جي مئا،

هٿين پيرين مونڙين هلج سان هنئين،
عشق آريءَ ڄام جو نياهي نئين.
جان جان تي جيئين، تان پاڙج ڪوم پنهوءَ سين.

وڏيل تي وايون ڪري ڪتل ڪوڪاري،
هن پڻ پانهنجا ساريا، هيءَ هنجون هڏن لءِ هاري.

آءُ نہ گڏي پرينءَ کي تورا ڏينهن ٿيا،
راتين روز ويا عبث آريءَ ڄام ري.

# سر ديسي

منيس جهل مهار ڪنيس ڪاهہ ۾ ڪرهو،
مون نماڻيءَ جي نجهري پيرو ڪج پتار،
ساجن توهان ڏار، ڏنم ڏينهن قيام جو.

ڏاگهن ڏيرن ڏونگرن ڏکن آءُ ڏڏي،
پيچان پير پنهوءَ جا وجهان وک وڏي،
لڪئي آءُ لڏي، نات پٽن پنڌ ڪير ڪري.

اڳي اُت رڙن مون پيري ماٺ ٿي،
پلاٽيندي پاڻ ۾ ڪچيو ڪين ڪنن،
ڪا جا مام منن، هن پڻ هئي سين.

ڏريائين ڏاريا مٽ منيءَ جا نہ ٿيا،
مدي ڏيرن من ۾ آءُ ڪليو ڪيڪاريان،
صبح ٿي ساربان، تہ اُٺ نہ اوطاقن ۾.

اُٺ ويري اوٺار ويري، ويري ٽنڙم ڏير،
چوٿون ويري واءُ ٿيو جنهن لٽنا پنهوءَ پير،
پنجو ويري سج ٿيو جنهن اُلهي ڪئي اوير،
ڇهون ويري ڇپر ٿيو جنهن سنوان نہ ڪيا سير،
ستون ويري چنڊ ٿيو جو ڪڙبو نہ وڏي وير،
واهيڙي جي وير، ڇليون ڪيان ڇپرين.

الله ڪارڻ اوٺيا ڪرهام ڪاهيو،
جانب جڏي جيءَ جو آ ڳانڍاپو آهيو،
لاڳاپا لاهيو، متان منهنجو سپرين.

ڪيچان اوري ڪيتريون معذوريون ميون،
واٺون ويھ ٿيون ڪھ چاٺان ڪيھيءَ ويا ؟

ڪيچان آيو قافلو پليرو پايان،
پٽي جا پيرن جي لڱن کي لايان،
چنبيلي چايان، جي مون نيو پاڻ سين،

ڪرڙا ڏونگر ڪھ گھٽي جت واٽن تي واري،
آڏا لڪ لطيف چئي جت بر سجهن باري،
جا منزلن ماري سا قادر ڪيچ رسائيين.

## سرڪوهياري

غافل غفلت ڇوڙ تون ڪيئن اٺاسي اوجھرين،
ڇپاتا چڙهي ويا وڃي پهتا توڙ،
نيٺين نند اُکوڙ، جم ورن م واڪا ڪرين.

جيھي جي تيھي تہ بہ ٻانھي ٻاروچن جي،
حجت هوت پنھوءَ سين مون ڪميٽيءَ ڪيھي،
اصل آريءَ ڄام جي پلءِ آءُ پيئي،
هوءِ جا پاٺن پير م تنھن جتيءَ نہ جيھي،
وساري ويھي تن ڪيچن کي ڪيئن وهان.

حقيقت هن حال جي جي ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماٽ مرن کي ڏونگر پون ڏري،
وڃڻ وڻ ٻري اوير ايري ڪين ڪي.

## سر حسيني

پينر هن پنيور ۾ گهايل ٿي گهاريان،
سڄڻ جي سانگ ويا سيئي ٿي ساريان،
سي ڪيئن وساريان جي وٺا مون واٽ ٿيا.

پڇن سي پسن جڏهن تڏهن پرينءَ کي،
ڏوريندي ڏسن اڱڻ عجيبن جا.

ڪٿيءَ لاءِ ڪائي رکيءِ پرت پنهوءَ سين،
سهيو سکيو چندڙو وڏءِ ڄيري ۾ ڄائي،
توسين هاجو هوتاڻي صباح ڪندا سسئي.

حسيني حسين لءِ ٻيبيءَ پاڻ چئي،
تهان پوءِ ٿئي خبر ٻي خلق کي.

## سر ليلا چنيسر

داغ تنهنجو دائما ماري معذورين،
سائينءَ ڪارڻ سپرين وجھ م ڏورين،
آءُ تو حضوربن مٽيو وجھان مچ ۾.

مٽيو وجھان مچ ھائيءَ هٿان هار،
پري جي پتار، تہ ميربائي مان ل هان.

چنيسر جي چِت ۾ ڪين جو اڳ هيو،
تهان پوءِ ٿيو مٽي تي ئي مامرو،

ڏاهي هيس ڏيهہ ۾ سرتين منجھہ سڃاڻ،
ڪا جا پييمِ ڪاڻ، جن منهن مٿاهون نہ ڪٿان.

جي ليلائي نہ لهين تہ پڻ ليلائيج،
آسرو م لاهيج، سڄڻ ٻاجهيندڙ گهڻو.

## سر مومل راڻو

مومل ناهين مينڌرو توڻي منجهہ نصيب،
مونکي مون حبيب طعنوئي تنهنجو.

شمع ٻاريندي شب پره ٻاڪون ڪديون،
موٽ مران ٿي ميندرا راڻا ڪارڻ رب،
تنهنجي تات طلب ڪانگ اڏايم ڪاڪ جا.

ڪتين ڪر موڙيا تيڙو اُپا تيئي،
راڻو رات نہ آئيو وبل تري وئي،
ڪوءِ سا ڪائي، راتڙي جا پرين ري پيئي،
مونکي ڏنءُ ڏيئي، وجي ڍوليو ڍٽ قراريو.

ونيو وجج واڻ ڪنڌم ڦيرج ڪيڏهين،
لوٽي ڦيہ لپاڻ لڳندءِ شاهہ لطيف چئي.

ڪنڌ م ڦيرج ڪيڏهين ونيو وجج راهہ،
اج ڪ سنجهہ صباح نيئي ڏريندءِ ڏوڙ م.

رس م رسڻ گهوريو چڏ راڻا ريڏائي،
منهنجي ميت ميندرا غافل اڱلائي.
لپيتيج لطيف چئي ڪامل ڪچائي،
ڪر معاف مدائي تہ سوڍا سڪياٽي تيان.

ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو چوڏس چتائو،
منجهين ڪاڪ ڪکوري منجهين لڌاٽو،
راڻو ۽ راڻو ريءَ راڻي ٻيو ناهہ ڪو.

## سر مارئي

السـت بـربـكـم جڏهـن كـن پـيــوم،
قــالـو بـلـيٰ قـلـب سـين تـڏهـن تـت چيــوم،
تـنـهـين وير كـيــوم، وچـن ويـڙهـيـچـن سـين.

عـمـر اڇا كـپـڙا كاٺـيـاريـون كـيـئـن كـن،
جنـين جا تــرن ۾ ور تـــا ويـڻ ســـهـن،
هوءِ جي حق پـچن سي كـيـئـن ستـيـون سـومـرا.

مـنـدا ڏوءِ نـہ مـــارئـي مــحـلـين مــارنـئـان ڌار،
پـايـو مــيـٽ مـلـيــر ريءَ، مـنـڌ نـہ ويـڙهـي وار،
جا هـتـيـجن هـار، سـا كـين وهـندي كـوٽ ۾.

ســونـهـن وڃايم ســومــرا مــيــرو منـهـن ٿـيـوم،
وڄڻ تـت پـيــوم جت هـلـڻ نـاه حــســن ريءَ.

واجـهــائـي وطـن كـي ســـاري ڏيـان ســـاهـہ،
هيءُ سر ساٿـيـهـہ سـامـهـون منهنجو نج ميـان،
مــقــا مــيــاٽـي مـــارئـين وجي ٿــر ٿــيـــان،
مـــيــائـي جـيــان جي وجي مـڙهـہ مـلـيـــر ڏي.

آٿين ڪي چاڙهين ڏٿ ڏھاڙي سومرا،
سٿا ڪيو سيد چوي سائون سڪائين،
منجهان لنب لطيف چوي چائر ڪيو چاڙهين،
پلاءِ نہ پاڙين عمر آراڙيءَ سين.

سنهيءَ سئيءَ سبيو مون ماروءَ بين ساهہ،
ويٺي ساربان سومرا ڪولاڙا ۽ ڳاهہ،
هنيو منهنجو هٿ ٿيو، هت متي ۽ ماه،
ڀَڪن منجهہ پساه قالب آهي ڪوٽ ۾.

م ڪي روءُ م رڙ ڪي، م ڪي هنجون هار،
جهڙا اڄن ڏينهڙا تهڙا ويندي ڳهار،
ڏکن پنيان سکڙا سگها ٿين سنگهار،
لٽا لوه لطيف چوي پروڙج پنوهار،
ٻيڙيون نيئي ٻار توتان بند بدا ٿيو.

## سر ڪاموڏ

تون سمو آءُ ڳندري مون ۾ عيبن جوءِ،
پسي راڻن روءِ متان ماڳ مٽئين.

تون سمو آءُ ڳندري مون ۾ عيب اپار،
پسي ليءَ لغار متان ماڳ مٽئين.

تون سمو آءُ گندري مون ۾ عيبن ڪوڙ،
پسي ڪکي ڪوڙ متان ماڳر مٽئين.

تون سمو آءُ گندري مون ۾ عيبن ويهہ،
پسي مئڪي ڏيءَ، متان ماڳر مٽئين.

تون سمون آءُ گندري مون ۾ عيبن لک،
هن منهنجي حال جي توکي سڀ پرک،
ڪارڻ رب الک متان ماڳر مٽئين.

## سر گهاتو

ڪالهہ ڪلاچيءَ ويا گهاتو ڪري گهور،
مادر! ملاحن جا ويٺي سهان سور.
مون کي ڪري ملور اونهي ويا اوهري.

ڪلي جا ڪيڪاريان تان ساٿي سنگ نہ ڪن،
واريو وهٽ وڃن، ڪن سياڳن سامهان.

جيئن جهڳا پائين جهول ۾ ايءَ نہ مرن مڇ،
سپر ذار سمند جا، ڪي رائون رگيون رڇ،
هي ڇارون ۽ ڇڇ، اجا اوڙاه اڳيائون تيو.

## سر سورٺ

الله جي آس ڪري هليو هئائين،
چارڻ ٻڌا چنگ ڪي جهوڙا ۽ جهائين،
ڏولي راءِ ڏياچ جي ڏوريون ڏنائين،
وينتي واحد در، تنهن دم ڪيائين
چي، سڀاجها سائين! راءُ ريجهائين راڳ سين.

سر مڱي سر گهري، سر ري ٿئي نہ صلاح،
غريبنئون نہ گذري تو ماري مير ملاح،
نايو نوابن جا تو سوربو ڪدي ساه،
خالق سنجهہ صباح، ڪونہ ڇڏيندو ڪٿهين.

تيئي پرچئا پاڻ ۾، تند ڪٿارو ڪنڌ
تہ جهوئي ناه ڪي جو تو چارڻ ڪيو پنڌ،
ايءُ شڪر الحمد جيئن مٿو گهربو مڱڻا.

ڪنجهي ڪيرت ڪينرو واڄو ولاتي،
هنئي تند حضور ۾، تنهن پارس پيرائي،
ڏسنديئي ڏياچ کي ظاهر ٿيو ذاتي،
ڪدي تنهن ڪاتي، وڏو ڪرت ڪپار ۾.

گل چنو گرنار جو پٽڻ ٿيو پٽين،
سهسين سورڻ جهڙيون، اپيون اوسارين،
چوٽا چارڻ هٽ ۾، سر سينگاريو ڏين
نارين ناز ڪرين، راجا رات رمڪيو.

## سر ڪيڏارو

ڏنو محرم ماه سنڪو شهزادن ٿيو
چاٽي هڪ الله پاڻ وٽنديون جو ڪري

محرم موٽي آيو موٽيا تان نه امير،
مديني جا مير، ڏاتر! مون ڏيکارئين.

سختي شهادت جي نسوروئي ناز،
رند پروڙن راز، قضيو ڪربلا جو.

ڪامل ڪربلا ۾ آيا جنگ جوان
ڌرتي ڌبي لرزي تر تليا آسمان
ڪره هئي ڪانه، هو نظارو نينهن جو

ڪربلا جي پڙ ۾ خيما ڪوڙيائون،
جهيڙو يزيد سامهون جنبي جوڙيائون،
منهن نه موڙيائون، پسي تاءُ ترار جو.

دوست کُهائي دادلا محب مارائي،
خاصن خليلن کي سختون سهائي،
الله الصمد بي نياز سا ڪري جا چاهي،
انهيءَ منجهه آهي ڪا اونهي ڳالهه اسرار جي.

گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا
ڪڏهن منجهه ڪوٽن ڪڏهن راهي رڻ جا

ڪانڌ ڪلارين ڪپڙين ور! وناهيو آءُ،
جت سانگين جي سٽ وهي، ات وک وڌندي پاءِ،
تان تان پئه ۾ پانءِ، جان جان لونڊين نه چڙهين.

ڪوفين ڪاغذ لکئو وچ وجهي الله،
اسين تابع تنهنجا تون اسان جو شاهه،
هيڪر هيڏي آءُ، ته تخت تابيني تنهنجي.

حر هلي آئيو مانجهي مردانو،
آهيان عاشق آڳ جو پتنگ پروانو،
من راضي ٿئي رسول رب جو، نبي تو نانو،
هي سر سمانو، گهوٽ! مٿان ٿي گهوريان.

ڏاڙهيءَ رت رتياس ڏند نه ڏاڙهونءَ گل جيئن،
چوڏهينءَ ماه چند جيئن، پڙ ۾ پا ڳڙباس،
ميڙي ۾ محمد جي، مر مرڪي ماس،
تنهن سوره کي شاباس، جو مٿي پڙ پرزا ٿئي.

حسن مير حسين جو جن نہ هينئڙي جار،
خالق رب جبار، ڪين مرهيندو تن کي.

## سر سارنگ

اڄ پڻ اتر پار ڏي ڪڪر تو ڪري،
روضي پاڪ رسول جي پلٽيو پٽ پري،
وڃن ساڻ وري تہ سنگهارن سک ٿئي.

سارنگ سار لهيج الله لڳ اُجين جي،
پاڻي پوڄ پٽن ۾ ارزان ان ڪريج،
وطن وسائيج تہ سنگهارن سک ٿئي.

محب منهنجا سپرين آڻيندءُ الله،
توکي ساري ساه، اُڪنديو آهون ڪري.
حڪم ٿيو بادل کي تہ سارنگ ساٿ ڪجن،
وڃون وسڻ آئيون ٿهہ ٿهہ مينهن ٿمن،
جن مهانگو لهي ميڙبو سي، ٿا هٽ هٽن،
پنجن منجهان پنڌرهن، ايڻءَ ٿا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيهن مان شل موڌي سپ مرن،
وري وڏي وس جون ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چوي سپين، آهہ توهہ تنهنجي آسرو.

## سر آسا

لوچان ٿي لاحد ۾ هاديءَ لهان نہ حد،
سپيريان جي سونهن جو نڪو قد نہ مد،
هت سڪڻ بي عدد، هت پرينءَ پروا ناهه ڪا.

نڪا ابتدا عبد جي نڪا انتها،
سي وڃڻ ڪي ويا، جن نہ سڃاتو سپرين.

هٿن سين هاج ڪر نيڻن سين نهار،
اُيا اڳٽا پار، پس پنهنجا سپرين.

ان پر نہ ايمان جئن ڪلمي گو ڪو نائيين،
دغا تنهنجي دل ۾ شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهئين.

منهن تہ موسيٰ جهڙو عادت ۾ ابليس،
اهڙو خام خبيث، ڪڏي ڪوه نہ چڙئين.

منهن تہ موسيٰ جهڙو سيرت شيطاني،
بازي بيراني، ڪڏي ڪوه نہ چڙئين.

مون کي مون پرين ٻڌي وڌو تار ۾،
اُيا اينءَ چون-مڇڻ پاند پسائين.

تن تسبيح من مٽيو دل دنبورو جن،
تندون جي طلب جون وحدت سر وڄن،
وحده لاشرک له اهو راڳ رڳن،
سي ستائي جاڳن، ننڊ عبادت ان جي.

## سر رپ

نهائينءَ کان نينهن سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نکري.

نيڻ نهائينءَ جا ستي لوک ڏکيان،
اُجهاميو ٻران توکي ساريو سپرين.

## سر کاهوڙي

مون سي ڏٺا ماءِ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نه سگهان ڪا، انهن سندي ڳالهڙي.

ڪاري رات اڇو ڏيهه ايءَ صفتا نور،
جتي پرين حضور-تتي رنگ نه روپ ڪو.

## سر بروو سنڌي

چاڪي وجئو چو ٻيلي تنئين ٻين جو،
وڻ ڪنجڪ ڪريم جي جڳ جو والي جو،
سو ڪو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين.

يار سڏائي سي ڪو جاني زباني،
آهي آساني، ڪم پئي تي ڪل پوي.

ناز منجهان نڪري جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ،
يون پڻ بسم الله چئي راهه چمين ٿي رند،
اُيون گهٽي ادب سين حورون حيرت هنڌ،
سائينءَ جو سو ڳند، ساجن سينيان سوهٽو.

دل جو دلبر هيڪڙو گهٽا تان نه ڪجن،
دل ۾ ٻي ڏجي هڪ ڪي توڙي سؤ سڪن،
سي چلولا چئجن، جي در در لائن دوستي.

## سر رامڪلي

ڪيم ڪاپڙين جي پهرين ڏينهن پروڙ،
سدائين سيد چوي هون سناسي ۾ سور،
جوڳي ساڻ ضرور لڪا پٽن لوڪ ۾.

ويهي ويراڳڻ جو ٻئي ڏينهن ٻڌم حال،
تن جا ڏاڍا ڏوڙ پيڪلئا جا ڳوڙها زوال،
ان جاٽي جتائون ڇڏيون چوٽا ڇڳيءَ چال،
ويچارا وجود جي، ڪنهن سان ڪن نه ڳالهه،
نانگا ٿيا نهال، لڪا پٽن لوڪ ۾.

ٽئين ڏينهن ٺمڪائين دونهيون دائرن ۾،
ميڙيو ڪڙچ ڪاٺيون جوڳي جلائين،
سنديون ڪامڻ خبرون آ ديسن آهين،
ڳجهه نه ڳالهائين، لڪا پٽن لوڪ ۾.

چوٿين ڏينهن چوگان ۾ ڪنهن جنهن پهه پيا،
وهم پريان جي وڌيا تن ۾ ڪوڙ ڪها،
اندر آديسن ڪي اچن جوش جها،
سامي سون ٿيا لڪا پٽن لوڪ ۾.

پنجين ڏينهن پئي ڪنهن جنهن پور پچائيا،
اندر آديسين ڪي سورن شاخ ڪئي،
محبت جي ميدان ۾لاشڪ پيا لهي،
اُن ڪي ساري رات سيد چوي گوندر ۾ گئي،
ڪريو سيڻ سهي، لڪا پٽن لوڪ ۾.

ڇهين ڏينهن ڇٽي پيا ڪنهن پرباڻ ۾،
اندر آديسين ڪي ڏربائين ڏڏٽي،
پري سنهارا ڪيا ڪانئين آگ ڪٽي،
پنيو پنج ڪٽي-لڪا پٽن لوڪ ۾.

ستين ڏينهن سيد چوي ڏاچا ڏوتائون ،
اُپي الک سامهون پانهون پڏائون ،
روح پنهنجو رامَ سين، پر ۾ پوتائون،
وڏي ڪنهن ولات جا اُهج آندائون ،
ڪٽيو ڪدائون، لڪا پٽڻ لوڪ ۾.

اٺين ڏينهن اُپي ويا جوڳي جاءِ بجاءِ
سا پر سامي سڪيا اجا پر جوڳ جڳاءَ
وير وتار وجود ۾ الله انهن کي آهہ ،
ڪنهن ڪنهن ڪمائيءِ لاءِ، لڪا پٽڻ لوڪ ۾ ،

نائين ڏينهن نيٽان اوجاڳي اُجاريا ،
سپاجهي پاجهہ ڪئي سجاڻي سيٽان ،
جتي نظر ناٿ جو، اُتي اوتاران ،
اهي اهجاڻان، لڪا پٽڻ لوڪ ۾

ڏهين ڏينهن ڏک ٿيا، پرينءَ پاپوهياپس،
ورق جو وصال جو سو واري ڪيائون وس ،
لڏائون لطيف چوي، سندو گروءَ گس ،
جوڳين ڪٽيو جس، لڪا پٽڻ لوڪ ۾.

ڪارهين ڏينهن ڪرم وريو ويراڳن جو.
جوڳن جا ٿائون، پنيون هلي ويا حرم،
دائم جهليو دم، لڪا پٽڻ لوڪ ۾.

پارهين ڏينهن پيئي مرادون پنيون،
جوڳي ان جاتا کي، تي سڪنا سيئي،
سمانا سيئي، جي گر گڏجي آئيا.

## سر ڪاپائتي

چائت پائي چت ۾ سنهو ڪتيو جن،
تن جو صرافن ، دڪو داخل نہ ڪيو.

محبت پائي من ۾، رنديا روڙيا جن،
تن جو صرافن ان توريوئي اگهائيو.

تڪ ونگي ور گهٽا ڪتان ڪچاڙو،
ڪاپي متان ڪيترو آڻيان اُڏارو،
جي ور ڏئي وارو تہ سونهان سرتين وچ ۾

جا سنهو نہ سڪي سا مر رنديائي روڙي،
سٽ تنين جو سڦرو وٺا ترازي توري،
تلهي ۽ توري ، ويچاريءَ سان وڙ تيو.

## سر پورب

ڪڏي ڪانگا! تو ڏيان هنيون ساڻ هتن،
وڃي ڪاءِ ولات ۾ اڳيان عجيبن،
پرين من پڇن تہ هيئن قربان ڪير ٿي.

ڪٿو جي ڪانءُ پرين سندي پار جو،
اُنهيءَ مٿان آءُ، ڪوڙين قرباني ٿيان.

سو ڪانگ م قاصد ڪر، جو سدا ڏونديءَ ڏوندي ڪي،
ڪ ڪندو پهچي پيٽ جي، ڪ وبندو دوسن در،
جنهن جي ٻوليائي ٻر ٻر، سو نياپا ڏيئي رهيو.

## سر ڪارايل

سو پکي سو پڇرو سو سر، سوئي هنج،
پيهي جان پروڙيو مون پنهنجو منجهہ،
ڏيل جنهنجو ڏنجهہ، سو ماري ٿو منجهہ ڦري.

سنهان پاڻءِ م سپ، وياءَ واسينگن جا،
جنين جي جهڙپ، هاٿي هنڌان ئي نہ چري،

سنها ياڻ م سپ سڪا جني پيٽ،
تني جيءَ جهپيٽ-جنگن کي جوکو ٿئي.

## سر پورباتي

ڏات نہ آهي ذات تي جو وهي سو لهي.
اريون اٻوجهہ جون سپڙ جام سهي،
جو راءِ وٽ رات رهي تنهن جکي تان نہ ٿئي.

ڏاتار تہ تون ٻيا مڙيوئي مڱڻا،
مينهن تہ منڊائتا وسڻا. سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون تہ ميرياٽي مان لهان.

## سر ڏهر

متو آهين مچ ٿلهو تو توٽا هٽين،
جاتو ڏني آچ،تنهن پاٽيءَ پنا ڏينهڙا.

مديني جا گهوٽ سڻ منهنجا سڏڙا،
ڪج محمد موٽ، عاصي تنهنجي آسري.

مديني جا مير سڻ منهنجا سڏڙا،
سرڻ تنهنجي سير، تون پار لنگهائين پيڙا.

مدينـي جا ڏٺي سڻ منهنجا سڏڙا،
تنهنجي آهہ تٽي- ٻي ڪنڌي ساربان ڪانہ ڪا.

مدينـي جا شاه سڻ منهنجا سڏڙا،
ڪارڻ لڳ الله، سگهو رسج سپرين.

مدينـي جا شير سڻ منهنجا سڏڙا،
پر مبارڪ پير-عاصي تنهنجي آسري.

مدينـي جا ڄام، سڻ منهنجا سڏڙا،
آهيان تنهنجي سام-سگهو رسج سير ۾.

صاحب تنهنجي صاحبي عجب ڏٺي مون،
پن ٻوڙين پاتال ۾ پاهڻ تارين تون،
جيڪر اچين مون، تہ ميرائي مان لهان.

الله جيئن نالوء تيئن مون وڏو آسرو،
خالق تنهن جي ڪانڌ جو پرو پاند نہ ڪوء،
نالو رب سندو،رهيو آهہ روح ۾.

متو جئن نالوء تئن مون وڏو آسرو،
ڪو در ناه جهوء، مون ٻيا در گهڻا نهاريا،

جيڏو تنهنجو نانءُ ٻاجهہ بہ تيڏيائي مڱا،
ري ٿنيين ري ٿوٽئين تون ڇپر تون ڇانءُ،
ڪڄاڙو ڪهانءُ، توکي معلوم سيڪا.

ستر ڪر ستار آءٌ اگھاڙي آھيان،
ڍڪين ڍڪڻ هار ڏيئي پاند پناهہ جو.

ڪڏھن مڙھہ مقام ۾ ڪڏھن ڳاڙھو گھوٽ،
سندو واريءَ ڪوٽ، اڏيو اڏبو ڪيترو.

## سر بلاول

پيريون پيري پيج، هي جي منجھان پوريون،
ٻي در ڪنھين م وڃ،ريءَ هاشميءَ هيڪڙي.

جڪرا جئين شال، تنھنجو ڪنين مدو م سٽان،
جيئن تون اچين ڪال،نالائق نوازيا.

جھڙ تنھنجي جھپئا، هزارين حاتم،
ڪو جھن سندا ڪم، ڪامل ريءَ ڪير ڪري.

داتا سندي در تي وڳند تي ويٺو،
بصر سين بازار ۾ ڪر واٺيو ڇيٺو،
دران تنھن پيٺو-جت ڪفر ڪين پئي.

وڳند وري آيو بدوبي نماز،
جيئن تتر متي باز-تئن وڳند سرهاڻ تي.

# پٽ ڌڻيءَ جون وائيون/ڪافيون

(١)

لا اله الا الله مون کي درسن يار ڪرائيندو.
درسن يار ڪرائيندو واڳ وطن تي ورائيندو.

اوکي سير سمونڊ جي مونکي موليٰ پار ڪرائيندو.
چائث مير محمد جي مون کي چشمن سان چمائيندو.
اديون شاهہ لطيف چئي مونکي وڇڙيا محب ملائيندو.

(٢)

سائين ڪارڻ سپرين ميو تون موٽاءِ،
مون رئندي رات وهاءِ

گهر مهارا گهوريان سرهو مون هن سهاءِ.
سنم ساهيڙين جا طعنا توهين لاءِ.
سوڊا سڪياٽي تان پير پرچي پاءِ.
آسائتيءَ کي عبداللطيف چوي موليٰ محب ملاءِ.

(٣)

ڏيني ويا تم ڏير اوجاڳو مون اکڙين کي
سنجهي منجهان منهنجو هوت وٺي ويا،
پرھ نهاريان ٿي پير،
کيچان آيو ڪرهل ڪاهي،
گهت نهاريان ٿي گهير.
هيڏي، وير وٺن ٻر-هي، چوڙيلي کير.
نالي سڏائي سسني-ذات نه جاٽي کير.
ڪنگو، رتا کپڙا-ميندي رتڙا پير.
اديون شاھ لطيف چوي ساٿگي مل تون سوير.

(٤)

تون تان ڌن، ڌن، يار لهارا

ٻڌ هو هو جا هلڪارا.
وجهي اگر ڪوري ٻر-پوءِ دونهن جا ڌڌڪارا.
ٺوڪيو ٺوڪج ڌنٺيون ڏسي
جهر جهر هي چوڌار.
وجهي لوھ سنڌان تي - پوءِ چڻنگن جا چمڪارا.
سرتيون شاھ لطيف چوي-عاشق ترن اوپارا.

# پٽ ڌڻيءَ جون وائيون/ڪافيون

(١)

لا الہ الا الله مون کي درسن يار ڪرائيندو.
درسن يار ڪرائيندو واڳ وطن تي ورائيندو.

اوڪي سير سمونڊ جي مونکي مولا پار ڪرائيندو.
چائڻ مير محمد جي مون کي چشمن ساڻ چمائيندو.
اديون شاهہ لطيف چئي مونکي وڇڙيا محب ملائيندو.

(٢)

سائين ڪارڻ سپرين ميو تون موٽاءِ،
مون رئندي رات وهاءِ

گهر مهارا گهوربان سرهو مون هن سهاءِ.
سنمر ساهيڙين جا طعنا توهين لاءِ.
سوڍا سڪياٽي ٿان پير پرچي پاءِ.
آسائتيءَ کي عبداللطيف چوي مولا محب ملاءِ.

## (٣)

ڏيئي ويا ٿم ڏير اوجاڳو مون اکڙين کي
سنجهي منجهان منهنجو هوت وني ويا،
پره نهاريان ٿي پير،
ڪيچان آيو ڪرهل ڪاهي،
گهت نهاريان ٿي گهير.
هيڏيءَ وير وٽن ۾-هيءَ چوڙيلي ڪير.
نالي سڏائي سسئي-ذات نه جاٽي ڪير.
ڪنگوءَ رتا ڪپڙا-ميندي رتڙا پير.
اديون شاهه لطيف چوي سانگي مل تون سوير.

## (۴)

تون تان ڏنءِ ڏنءِ يار لهارا
ٻڌ هو هو جا هلڪارا.
وجهي اگر ڪوري ۾-پوءِ دونهن جا ڏڏڪارا.
ڦوڪيو ڦوڪج ڏنئٽيون ڏسي
جهر جهر هي چوڏار.
وجهي لوهه سنڌاڻ تي - پوءِ چٽنگن جا چمڪارا.
سرتيون شاهه لطيف چوي-عاشق ترن اوپارا.

(٥)

عمرجام امير کئي تقصير مون کهڙي
جيڏين جوڙيون اوٺائيو الا
منهن جون پوڙيون پيون ٿر اجان.
چرخو چندن عاج جو
مروڙي سروڙي پيجان.
اديون شاهه لطيف چوي
اٿم اميدان اجان.

(٦)

وس پنهنجي ۾ نه آهيان
چو ٿيون ڏيو مون کي متيون.
اوهين ڏيو ٿيون طعنا مهڻا
چو ته اوهين آهيو ستيون.
کنديس عرض الله کي
پهڻ ٿيندا سڀ پتيون.
اديون شاهه لطيف چوي
منهن جيون پنهل ۾ پتيون.

(۷)

ڏونگر ڏي ڪو ڏس
اوھان کو ڏنو منھنجو جانب جتن سان.
ويٺي هيڙس واٽ تي-جھليم ته جھانگين گس.
چڙھندس جبل چوٽ تي-وڃڻ ته منھنجو وس.
اديون شاھ لطيف چوي-محب ته ملندو اوس.

(۸)

ڪا پوري ھنئن سين لاءِ
ڪا پوري ھنئيين سين لاءِ.
تتيائي تاڪيد سين جن پڇايو پاءُ.
وايون تنھنجون وت وڃايون. ٻيون وڃايون واءُ.
ارٽ پاسي نه اوجھرين-توکي سمھڻ آيو ساءُ.
اديون شاھ لطيف چوي-روئي ربجھائج راءُ.

(۹)

ڏاگھن ڏيرن سان-ڪرهن ڪيچن سان
متان ڪا ٻي لنو لائي.
آءُ ستي ھو ھليا-ويڙا ڪرهل ڪاهي.
آسڻ اڳيان اُنجي-ٻر ٻر ڪيو ٻاڏائي.
جيڪا هين من ۾-ويڙا پنھن جي پڇائي.
اديون عبداللطيف چوي-ايندم واڳ ورائي.

(١٠)

ڪونہ رهندو ڪو هت جيڏيون-هي سڀ هلڻ وارا.

اڏيا رهندا اتهين-هي سڀ ماڳ موچارا.
جن ڪي بادشاهيون بلند هيون سي چڙي ويا وبچارا.
ڪل نفس ذائقةالموت- سمجهہ اهي اشارا.
اديون شاهہ لطيف چوي-ات ستر ڪج ستارا.

(١١)

ائي نہ ويا مئي ڪي لوري
گهوري منهنجي جندڙي جتن تان.
چوري ندوري گهوري منهنجي جندڙي جتن تان.
ڪين نيائون پاڻ سان جڳ ڪري ويا چوري،
اُن تہ آڏيءَ رات جو پنهل وئي ويا زوري،
ڪونهي ڏوهہ ڏيرن جو ننڊ وئي ويم ندوري.
سهڻو لعل لطيف چوي اهڙي لڳي ٿم جهوري.

(١٢)

ائي هلي تند تنبور ستين سور پرائيا.

سنهو ڪتڻ گهوربو روڙا وينئي روڙ،
ڏيئي باهہ ڀنڀور کي ڏونگر وينئي ڏور.
وينئي هيڙس واٽ تي محب تہ ايندم ڊوڙ.
اديون شاهہ لطيف چوي الله سان اٿي اور.

(١٣)

آرياڻي اوهان ڇا ڏنو جيڪي مون تہ ڏنو هو.

مکڻ ماکي مصري تنهن کان محب مٺو هو.
سج چنڊ تارا ڪتيون تنهن کان تاب تکو هو.
اول نانءُ الله جو پوءِ محمد ناءُ مٺو هو.
اديون شاهہ لطيف چئي من جو محب مٺو هو.

(١۴)

ائي تہ نماڻيءَ سان نينهن.
دوست ائين نہ دل مٺجي.
مونکان پاليو نہ ٿئي شوق تنهن جي جو شينهن.
ماس هڏن تان نہ ڪپجي.
چوپڙ بازي عشق جي کيلج راتو ڏينهن.
کيل تڏهن ٿو ڪٺجي.
هٿئون پرينءَ جي پيالو پيجي نينهن،
گهور پرينءَ ڏانهن نہ گهٽجي.
اديون شاهہ لطيف چوي وبندا ڏولائي جا ڏينهن.
موٽي محبن سان ملجي.

(١٥)

اڄ ٻاروچل اڄ پنهل ڄام پرچ
موٽ وڇوڙو تو ماري

آءُ تہ پرچون پاڻ ۾ ڳالهيون ڪريون ڳجھ.
سور اندر جا ساري
قولين ڪوڙي آهيان سائين ڪندو سچ
بس جنهن جي پناري.
پهڻ پٿريون اوڪيون ڪنيم ڪين خرچ
ٿمر ڪٽڄ سنياري
هيڏي شهر ڀنڀور ۾ ڪنهن نہ ڇيو مونکي سچ
شرم اهو تو ڳاري.
سرتيون شاھ لطيف چوي من منهنجي ۾ مچ
ويو تہ ٻاروچل ٻاري.

(١٦)

سڪ تہ مارن جي سمهڻ نٿي ڏئي،
آءُ ويڙهيچن وڃان.

اچا اوڀندس ڪينڪي ميرا مارن مڃان،
ٻڪر ٻاٻائڻ جا ڇيلا چاريم ڇنان.
اديون شاھ لطيف چوي اٿم اميدون اڃا.

(١٧)

سکيا سانگيئڙا من کو پيرو کن.
من کو پيرو کن جڏو جيءُ جياريو جن.

آءُ وڃي ويهان واٽن تي من اهي کي اچن.
چتونئڙا باغن ۾ کهڙي لات لنون.
اديون شاهہ لطيف چوي وڇڙيا محب ملن.

(١٨)

چو منهنجو روح رنجايو تي.
مونکي سانگين ڪاڻ سکايو تي.

قابو آٿي ڪوٺن ۾ قيدن منجهہ ڪنبايو تي.
وينٺي هيس واٽ تي چست چنبن ۾ چايو تي.
اوکي خبر سمونڊ جي لهرين منجهہ لڙهايو تي.
اديون شاه لطيف چوي ڪلمو پاڪ پڙهايو تي.

(١٩)

جيڏيون منهنجي راڻل کي
ڪو رحم پوي جو ڏور وڃيو ڏينهن لائي.
چنا منهن مارڙين وڃ اوڏانهين اڏائي.
منت منهنجي ميندڙو مان مر موڻائي.
سوڏا سر پڻ گهوريان آءُ ڪرهو ڪاڪ ورائي.
لڏائنا لطيف چوي شل پير مئيءُ ڏي پائي.

(٢٠)

جت نـــــ زوراور ذات اديـــون
مـنـهـنـجو پـنـهـل ونـي وبـا رات اديـون.
اٺ تہ آريءَ ڄام جا لٽي تہ ويا منهنجو ساٿ اديون.
ڪاٽيندس هٿن سان ڪٽي تہ ڏيو مونکي ڪات اديون.
ووڙيـنـدس وٽـڪـار ۾ پـرهـہ ڦـٽـي پـريـات اديـون.
جتن ويـنـدي پـاڻ ۾ ڪـئـي تـہ بـلـوچي بـات اديـون.
اديون شاهہ لطيف چوي مرشد مليو حق پاڪ اديون.

(٢١)

اهـــا واقـــف نـــہ آهـــي ويـــچاري
تـنـهـنـڪـي دوسـت ڏجو ڪـا دلـداري.
قـضـا آنـديس ڪوٺ ۾ جئڻ آهي لاچاري.
وننڊي نانءُ نبيءَ جو اُمت ڇٽندي هيءَ ساري.
اديون شاهہ لطيف چوي پرچي مان پوهاري.

(٢٢)

پسي ڳاڙها گل متان ڪاهلي چانگي ڪي چاري.
نيـئـي ڏريـنـدءَ ڏوڙ ۾ مـتـون پڙهـنـدءِ قـل.
ڪوٺ مـتـانهـون ڪنگرا مـتـان مومل جهل.
هـيـرو مـوتـي مـاڻـڪ تنجو ڪونهي مـل.
ٿـيـندو ڏيـنهن قـيـام جي ڏاڍي هيت هل.
ڳاڙها گل گـلاب جا مـتـئـون چوٽيءَ قـل.
اديون شاهہ لطيف چئي اڱڻئون پيڙ م پل.



# هي ڪتاب

دنيا جو سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رڳو سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جو شاعر نه هيو پر هو سڄي دنيا لاءِ امن ۽ محبت جو آفاقي پيغام کڻي آيو هو. شاهه صاحب جي ان پيغام کي صحيح طور نه پرکيندڙ ڪجهه نادان دوست، شاه جي شاعري ۽ پيغام کي فقط سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن لاءِ مخصوص ڪرڻ ۾ رڌل آهن. اهڙيءَ طرح هو شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي عظمت کي گهٽائي ۽ محدود ڪري رهيا آهن. اڄ جڏهن ته سڄي دنيا هڪ شهر مثل بڻجي وئي آهي ته شاهه ڀٽائي جي پيغام کي به سڄي دنيا لاءِ سمجهڻ گهرجي ۽ ڪوشش ڪري اهو آفاقي پيغام به سڄي دنيا تائين پهچائڻ گهرجي. هن ڪتاب ۾ محترم غلام مصطفيٰ مشتاق، ڀٽائيءَ جي رڳو بزرگي ۽ ولي الاهي واري پهلوءَ تي روشني وڌي آهي ۽ شاهه صاحب جي زندگي جا اهڙا واقعا بيان ڪيا آهن، جن مان لطيف سائين جي نيڪ ۽ پاڪ باز زندگيءَ تي روشني پوي ٿي. هن ڪتاب لکڻ سان فاضل مصنف جو خاص مقصد اِهو آهي ته جيئن سنڌي ماڻهن ۽ خاص طور نوجوانن کي شاهه جي زندگي جي انهن پاسن جي خبر پوي جن کي لڪائڻ جي عام طور ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.



